# سياسي نظرياءِ
# سنڌ جي سياست






روچي رام

# سياسي نظريا ۽
# سنڌ جي سياست

روچي رام

Sindhica
سنڌيڪا



كتاب نمبر
372



پهريون ڇاپو: 2015ع
ڪتاب جو نالو: سياسي نظريا ۽ سنڌ جي سياست
ليکڪ: روچي رام
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي
قيمت: 250/_ روپيا

"SIYASI NAZRIYA AEN SINDH JI SIYASAT"
By: Rochi Ram
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone: 021-32737290

كتاب ملڻ جا هنڌ

سنڌيڪا اڪيڊمي B_24 ، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي 74400. فون: 021_32737290
سنڌيڪا بوڪ شاپ: شاپ نمبر 5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر، حيدر چوڪ، 03352233802-
سنڌيڪا بوڪ شاپ 19 بلديه پلازه گھنٽا گھر چوڪ سکر فون: 03352233803- 03013431537
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521، 0300_343115
ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي - ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گھر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گھر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور نيم ڪي چاڙهي سکر - پناڻي بوڪ هائوس حيدرآباد 03223011560 - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد - شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه - عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊيو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گھر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو - مدني اسلامي ڪتبخانو، نئون چوڪ دادو - حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - المهراڻ ڪتاب گھر، زاهد بوڪ ڊيو، سانگھڙ - سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد - ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز - حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه - ديدار بوڪ ڊيو، ٽنڊوالهيار - رفعت بوڪ هائوس، ماتلي - مرڇو لال پريمي، بدين - مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گھر، بدين، مهراڻ ڪتاب گھر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گھر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گھر، مورو، وسيم ڪتاب گھر لکي در. سعيد بوڪ اسٽور، شڪارپور. سومرا بوڪ اسٽور ميهڙ، ساحر ڪتاب گھر، ڪوندي ميهڙ 0346-8948535، مڪتبه امام العصر گھوٽڪي، 03033695037

لکپڙهه لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي 74400
فون: 021-32737290، ويب سائيٽ: www.sindhica.org
اي ميل: sindhicaacademy@gmail.com

# فهرست

# ڪجهه ڪتاب بابت

محترم روچيرام صاحب جو هيءُ نئون ڪتاب ”سياسي نظريا ۽ سنڌ جي سياست“ پڻ اڳ لکيل ڪتاب ”نئين سياسي سوچ“ جيڪو مختلف شخصيتن کي لکيل خطن ذريعي، سياست، نظريات، فڪر ۽ فلسفن، تاريخ، سماج ۽ نفسيات جي مختلف پهلوئن تي ڪيل بحث ۽ ان جي نتيجي ۾ ڪڍيل حاصل مطلب تي محيط هو. ان وانگر هي ڪتاب پڻ مختلف نظرين ۽ انهن جي عملي پهلوئن تي لکيل آهي، انگريز جي هندوستان ۾ داخلا، سنڌن حڪومت ۽ حڪمراني جي مثبت ۽ منفي پاسن تي پڻ چڱي طرح بحث ڪيل آهي.جنهن ۾ ڪميونزم جي بنيادي سوچ ۽ ارتقا، ان جي گڏيل هندوستان جي سياسي سوچ ۾ داخلا ۽ گڏوگڏ ان سوچ جي بين القوامي طور عمل درآمد،عروج ۽ زوال جي تاريخ پڻ اچي وڃي ٿي.نيشنلزم جي بنيادي سوچ ۽ عمل، ان جي مثبت ۽ منفي پاسن تي پڻ بحث ڪيل آهي. ان

طرح پاڪستان جي بنيادي سماجي معاهدي جي ڳالهه، پاڪستاني وفاق جي اوڻاين، وفاقي ادارن اندر ويٺل، مستقل مفاد گروهن جي چالاڪين ۽ بي اصولين متعلق، اٿاريل سوالن ۽ اعتراضن تي پڻ بحث ڪيو اٿس، پر ان مان ٻاهر نڪرڻ جو گس يا علاج تجويز نـ ڪرڻ تي پڻ سوال اٿاريا اٿس.

اهڙي طرح جمهوريت ۽ انهن جي قسمن، پاڪستان جي جمهوريت جو پنهنجي فڪر يعني 1940 جي ٺهراءَ موجب وفاقي اڪاين کي مليل قومي خودمختياري ۽ خود اختياري جو انڪار ۽ ان جي نفي ڪرڻ، نيشنلزم ڪانسواءِ جمهوريت جو سوال بي معنيٰ، لاحاصل ۽ ناممڪن سمجهڻ. قومپرستي جي منفي قسمن ۽ لاڙن بابت ٻڌائڻ ۽ ان جا دنيا تي پوندڙ اثرن بابت سمجهائڻ اهم ڳالهيون آهن. هندوستان ۾ ٻـ قومي نظريي جي بنيادن تي سر سيد احمد خان پاران انگريزن سان سهڪاري رويي ذريعي،هندوستان جي اقليتي مسلمانن جي حقن جي تحفظ لاءِ ورتل ڪوشش جو سرسري طور جائزو ورتو آهي ۽ اها ڳالهه پڻ سچ جي چٽي روشنيءَ جيان سمجهائي اٿس، تـ انڪار وطن، ۽ قومي وجود کان انحرافي، جي نتيجي ۾ نـ ڪو اجتمائي زندگي جڙي سگهي ٿي ۽ نـ ئي جمهوري رياست قائم ٿي سگهي ٿي.

اسان جا دانشور سنڌ جي هزارها سالہ شاندار ماضي ۽ تاريخ جو ذڪر ۽ فخر تـ چڱي طرح سان ڪندا آهن، گهڻو ڪري اهو بـ ڏنو ويو آهي،ماضي قريب جي غلطين مونجهارن ۽ پريشانين جو ڇيد پڻ چڱي ريت ڪن ٿا. پر انهن غلطين، مونجهارن ۽ چئلينجز کي ڪيئن منهن ڏجي؟ انهن مان ڪيئن ٻاهر نڪري پار پئجي؟ ان لاءِ ڪهڙو رستو يا دڳ اختيار ڪرڻ گهرجي؟ گهڻو ڪري اهو ڏنو ويو آهي تـ خود اُهي دانشور پاڻ ان جڳهه تي پهچي انهي چار ۾ پاڻ ڦاسي ٿا پون، ۽ اهڙي بحث ڪانپوءِ، اهي روايتي طرحStatus quaيعني "جيئن آهي، جتي

آهي" جو شڪار بنجيوتا وڃن. هي سڀ اُهي ڳالهيون آهن، جن جو هنن خطن ذريعي بحث ۾ اظهار ڪيل آهي.
محترم روچيرام صاحب جو هي ڪتاب "سياسي نظريا ۽ سنڌ جي سياست" موجوده پاڪستان ۾ سنڌ جي قومي وجود جو بچاءُ، قومي ۽ طبقاتي حقن جو تحفظ، ملڪي مسئلن جي سمجهه، نظرياتي مونجهارن کي سمجهڻ ۽ سلجهائڻ ۾ خاص طور مددگار ثابت ٿيندو ۽ نوان سياسي رستا ۽ دڳ پڻ ڏيکاري ٿو.
محترم روچيرام پاران لکيل خطن ذريعي، مختلف موضوعن تي ڪيل عالمانا بحث ۽ انهن تي تعميري تنقيد جو انداز ۽ اسلوب نهايت سادو صاف ۽ ڳالهين کي سمجهائڻ، مسئلن جو حل ڏسڻ وارو ۽ نوان رستا ڪڍڻ وارو آهي. هن ڪتاب ۾ مختلف وقتن تي مختلف شخصيتن ڏانهن موڪليل خطن مان، سندن مرضي ۽ منشا مطابق موضوع پڻ ڏنا ويا آهن، جنهن سان ڪتاب پڙهندڙن جي آساني ۽ سندن پسنديده موضوعن مطابق پڙهائي پڻ آسان بنجي وڃي ٿي. اهڙي ريت هن ڪتاب جو مطالعو سياسي ۽ قومي ڪارڪنن ۽ سماجي سائنس جي شاگردن لاءِ ڪارگر ۽ مفيد بنجي سگهي ٿو.

**سيد جلال محمود شاهه**

چيئرمين نظرياتي ڪميٽي
سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي

# پهرين ڳالهه

هن ڪتاب لکڻ، مون لاءِ اهو موقع فراهم ڪيو آهي، تہ آئون پنهنجي فيبروري 1946ع تي مئٽرڪ پاس ڪري حيدرآباد جي ڦليلي جي ڪناري تي ديارام گدو مل نيشنل ڪاليج ۾ داخل ٿيڻ ڪان وٺي، اڄ ڏينهن تائين اٺهٺ سالن جي ڪيل مطالعي ۽ مشاهدي تي ان جي سفر، جڙڻ جي چئلينجز بابت ڪجهہ لکان ۽ انهيءَ تي تنقيدي نظر ڊوڙايان.

منهنجي هن ستاسي (87) سالن جي زندگي ۾ ڪيترن قابل استادن سان، شاگردن سان ۽ ساٿي وڪيلن ۽ موڪلن سان، سياسي گرائونڊ ليول جي سياسي ورڪرن، حڪومت جي سخت عتاب پوڳيندڙ ڪميونسٽ ۽ قومپرست ڪارڪنن سان، ذاتي طرح لاڳاپو رهيو آهي. مون انهي ۾ Theory يعني (نظرين) کي، اسان جي عملي جوڙ

جڪ ۾ سياست ۾ علم مطابق، بي معنيٰ ٿيندي ڏٺو آهي، اسان جي قومي قوت، همت ۽ بهادري کي پڻ بي اثر ٿيندي محسوس ڪيو آهي. اسان لاءِ انهيءَ دور ۾ ڪيترا سڏا ۽ ضروري رستا، ڇٽا ظاهر نظر پئي آيا آهن، پر اسان انهن کي ذاتي، ٽوٽي اجتماعي طور نظر انداز ڪندا آيا آهيون ۽ تاريخ جي سفر ۾ سحر ۽ خوابن ۾ سپنن ۾ جادو ۾ اکيون پوري اوجهڙ ۾ داخل ٿيندا رهيا آهيون.

پر ڇا هاڻ اسان لاءِ رستا بند ٿي ويا آهن؟ ۽ ڇا اسين بند گهٽي ۾ ڦاسي پيا آهيون؟ ۽ ڇا اسان لاءِ صرف مزاحمت ۽ احتجاج جي سنهري نثر ۾ ۽ خوبصورت اکرن جي جوڙجڪ ۾ اٽڪي هلڻ ئي باقي بچيو آهي؟ جهڙوڪ اکين سان ڪجهه ڏسون ٿا، ڪنن سان ڪجهه ٻڌون ٿا ۽ ذهن ۾ ڪجهه محسوس ڪريون ٿا. پر ان جي برعڪس حقيقت اها آهي، ته اسان کي اکيون به آهن، ڪن به اٿئون ۽ ذهنن ۾ محسوس به ڪريون ٿا.

هي حياتي ڪيڏي نه خوبصورت آهي، سنڌ جي جاگرافي ۾ سنڌي مارو ڪهڙا نه اپوجهه ۽ منڙيون لوليون ٻڌڻ ٿا چاهين. ساري سنڌ اسان لاءِ مارئي جو ملير آهي، سنڌ جا رهاڪو اسان جا ماروئڙا آهن ۽ اسان کي عمر ڪوٽ مان آزاد ٿيڻو آهي. نظر ڪيو سنڌ جي سونهن تي، اسان جي پيٽ اگهاڙن هارين، مزدورن، ڪاريگرن ۽ ڪارندن تي، ته اسان انهن لاءِ به ڪو بندوبست ڪيو اٿون؟ يا اسان رڳو ايئن هوائي ڳالهين ۾ اهو وساري ويٺا آهيون، ته سنڌي حياتي ڪيتري نه بي معنيٰ ۽ بي اثر بڻجي، اجتمائيت کي درگذر ڪندي، صرف پنهنجي ذات ۾ ئي محو رهندي آئي آهي.

ٽي منهنجا محبوب آهن، هڪ نظرياتي ڪميونسٽ ورڪر امداد قاضي، ٻيو سنڌي ٽيڪنوڪريٽ بئنڪر ۽ ڪامورو فضل سليمان قاضي، ٽيون قوم پرست سياسي اڳواڻ سيد جلال محمود،اهڙن ٽن شخصن جن کي آئون دوست، ساٿي ۽ مخلص سمجهندو آهيان.

اهي ڇڙڪ مون وٽ ويٺا آهن ۽ آئون انهن سان سياسي خيال ونڊيان ٿو ۽ ملڪ جي، قوم جي سماج جي گراوٽ کي ڏسي، اڳتي وڌڻ جا رستا ڳولڻ نڪتو آهيان. پنهنجا خيال انهن ڏانهن خطن جي صورت ۾ لکي موڪليا اٿم. اهڙن خطن جي مجموئي کي سنڌ يونائيٽيڊ پارٽيءَ جي نظرياتي شعبي پاران ڪتابي صورت ۾ آڻڻ جو خيال ڏيکاريو ويو ۽ ان طرح ڇڙڪ اهي خط ساري سنڌ جي مطالعي لاءِ پهچائجن ٿا.

آئون ٿورائتو آهيان، سيد جلال محمود جو، جنهن جي گڏيل صلاح سان، مون هن ڪتاب جا عنوان چونڊيا ۽ پڻ سنڌ جي حقن جي جدوجهد ۾ اسان جي قوت ۽ همٿ جو جائزو ورتو. احسان وساري نٿو سگهان ڊاڪٽر حميد سبزوئي جا جنهن مواد کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ ايڊيٽنگ ڪئي ۽ ان جي ترتيب ناهي ۽ ان جو تنقيدي جائزو ورتو ۽ پڻ سوچ جي وهڪري ۽ فڪر جي رفتار جو اندازو لڳايو. آخر ۾ اسد پُٽي جو وڏو قرض چڙهي ويو جنهن هن ڪتاب جي مواد کي ٽائيپ ڪيو ۽ ڪتاب کي تحقيق، اپياس ۽ درستين بعد لڳ ڀڳ چار ڀيرا وري نئين سر ٽائيپ ڪيو. محترم نور احمد ميمڻ "سنڌيڪا" اڪيڊمي واري جو بہ جنهن ذاتي دلچسپي وٺي، هن ڪتاب کي ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ اوهان جي هٿن ۾ آندو آهي.

**روچي رام**

"امداد قاضي، 1991 ۾ روس جي ڪميونسٽ حڪومت (معنيٰ سوويت يونين) جي زوال بعد چوڏاري ڪميونسٽ ورڪرن ۽ انقلابين ۾ مايوسي ڦهلجي ويئي هئي، ڪيترن ڪي ڪو رستو ڪو نہ ٿي سجهيو، انهي ماحول ۾ امداد قاضي صاحب ڪميونسٽ پارٽي جي اڳواٽي ۽ سيڪريٽري جي حيثيت ۾ ڪڏهن ڪڏهن ملندو آهي ۽ پوءِ هڪبئي سان سور سليندا ۽ ونڊائيندا رهندا آهيون. هو اڄا بہ ڪميونسٽ پارٽي ئي هلائي پيو ۽ انجو سرگرم ورڪر آهي. ڪميونزم جي تاريخ بابت لکندي، منهنجي اڳيان امداد قاضي جي صورت سامهون ايندي آهي ۽ هي هن ڏانهن خطن جي صورت ۾ ڪميونزم جي تصوير چٽي اٿم، تہ هاڻي اها ڪيتري قدر ڪارگر آهي، ان بابت لکيو اٿم."

پهريون خط
13 جون 2014ع
ڪراچي

# روس جو ڪميونسٽ انقلاب ۽ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا (C.P.I)

**پيارا امداد قاضي،**

توهان سان ملاقات بعد ائين محسوس ڪيم. ڄڻ ڪنهن ڪاهوڙي سان ملي دنيا جي تاريخ جون ڳوڙهيون ۽ ڳريون خبرون هٿ آيون هجن. توهان ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جا جنرل سيڪريٽري آهيو. جنهن عهدي جو مرتبو مٿاهون هجي ٿو. انهي سلسلي جي رشيا (روس) واري پارٽي لينن جي قيادت ۾ آڪٽوبر 1917 ۾ عظيم انقلاب آندو جنهن انسان جي تاريخ تي وڏو اثر ڇڏيو آهي. روس جي انهي انقلاب بعد انهيءَ کي يونين آف سوشلسٽ سوويت ريپبلڪس (USSR) ڪري سڏيو ويو. انهي انسان ذات ۾ آسرو ۽ اميد پيدا ڪئي. نئين سوچ ڏني. هاري ۽ مزدور کي غلامي مان نجات جو رستو ڏيکاريو. انسان لاءِ معاشي سماجي ۽ سياسي آزادي جون راهون

نروار ڪيون. ايشيا ۽ آفريڪا جي مظلوم ۽ غلام قومن کي نجات جا سپنا ڏيکاريا. هو آزاد ٿيندا ويا. 1991 کان وٺي روس ۾ ڪميونسٽ حڪومت ۽ USSR جو ڍانچو ڪري پيو آهي. انهي هوندي بہ مون توهان جي اکين ۾ اميد جا ڪرڻا ٿي ڏٺا. جڏهن اهو فلسفو ۽ پارٽي اڃا بہ زنده آهن ۽ اهو ٻيڙو اوهان کنيو آهي. اڃا بہ ڏتڙيل، پيڙيل ۽ ستايل انسان اوهان ڏانهن ڏوتين جا پير پيا پُڇن.

توهان جهوني جُهڪيل جهاز جا سڙه سِبي رهيا آهيو. نوان لاچو لڳائي رهيا آهيو. پڳهہ ڇوڙي هن سنسار جي سمونڊ ۾ طوفانن هوندي سفر تي نڪتا آهيو. الاجي توهان انهي سفر مان ڪهڙو سون، روپو ۽ هيرا ڪٽي ڪڍهن موٽندا ۽ غريب تہ شوڪارا پيا پرين، ڳوڙها پيا ڳاڙين، سڪ سان پرندڙ اکيون ڪٽي پيا واجهائين. تون انقلاب جو داعي آهين. تون اهو قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهين تہ ڪو ڪميونزم جو انجڻ کوٽو ٿي پيو آهي يا سٽائو واءُ وري ڪيڻن ورندو!

تنهنجو اعتراف آهي تہ **"مون درست سياسي رستو چونڊيو آهي"**. تو 1972 کان سياست شروع ڪئي ۽ 1985 ۾ ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿئين. مون ڪٿي تنهنجو اهو بيان بہ پڙهيو هو تہ تون 1972 ۾ ئي ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿين ها تہ تنهنجا اهي 13 سال ضايع نہ ٿين ها. انهي کان انڪار ناهي تہ 1972 يا 1985 ڌاري ڪميونسٽ پارٽي آف سوويت يونين بہ زوال پزير هئي، ان ۾ شروع واري جدت ڪين رهي هئي ۽ پوءِ بہ تنهنجو رايو ۽ رويو ڪميونزم جي قُوعت بابت سلامت رهندو آيو آهي.

## روس ۾ ڪميونزم.

خيال آيو اٿم تہ اوهانجي خدمت ۾ عرض رکان ڪميونزم ڇا آهي؟ روس جي انقلاب واري دور ۽ روس جي شروعاتي دور جي لينن ۽ اسٽالن واري ڪميونسٽ پارٽي ۽ حڪومت ڇا هيون؟ اسٽالن جي

1953 ۾ فوت ٿيڻ بعد، روس ۾ ڪميونسٽ ڪيئن هلندا هئا؟ ۽ هاڻي انهي ديگ ۾ باقي ڪيترو ۽ ڪهڙو معجون بچيو آهي، ان بابت ڪي تاريخي ۽ معروضي حقيقتون پيش ڪيان. توهان کي ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿئي ٽيهارو سال اچي ٿيا آهن ۽ هن عهدي تي پهچڻ تائين توهان انجي فلسفي ۽ اثر بابت ڪافي تاريخي مواد سان واقفيت رکندا آيا آهيو انهي ڪري هن خط ۾ مارڪس، اينجلز، لينن، ٽراٽسڪي ۽ ايم اين راءِ بابت تفصيل سان لکڻ اضافي مواد ٿيندو پر ڳالهه کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڪي حوالا ضرور ڏيڻا پوندا ۽ ذڪر پڻ ڪرڻا پوندا.

سنڌ ۾ ڪميونسٽ سوچ جو سياست تي گهرو اثر رهيو آهي، تنهنڪري توهان، سنڌ جي اِجتمائي نفسيات کان بخوبي واقف هوندا. روس ڪميونزم تي عمل ڪيو انکي اڳتي آندو. بين الاقوامي حلقي ۾ انساني حقن ۽ معاشي هلچل ۾ طوفان ۽ تولان پيدا ڪيو. سامراجي قوتن کي جنجهوڙيو حڪومت ذريعي دنيا ۾ ڪميونزم جي اثر کي تقويت ڏني. مارڪس ۽ لينن پنهي پنهنجي حياتي جو هَر پلُ ۽ ساهه ڪميونزم جي فلسفي جي عملي شڪل آڻڻ ۾ صرف ڪيو. انهي ڪري عالم ۽ فلاسافر هجڻ سان گڏوگڏ هو عمل جا به صاحب هئا. هنن انسان جي ضرورتن ۽ خواهشن کي آزاد معاشري ۾ عمل ڪري ڏيکاريو ۽ هنن کي ڦرلٽ کان بچايو. انسان جا ذاتي حق به اجتمائي حقن سان گڏ جوڙي رکيا. فلسفي کي عالمن جي حلقي کان ڪڍي، عمل جي حلقي ۾ آڻي اڳتي وڌڻ جا رستا جوڙيا. جڏهن ڪميونسٽ سوچ جي اڳواڻي سوويت يونين وٽ هئي، تڏهن ان تي عمل ۽ انجي ڦهلاءَ لاءِ هنن وٽ چارئي، حڪومت، لشڪر، ورڪر ۽ ڏوڪڙ سڀ وسيلا سڀ موجود هئا. انڪري هوئي سڀ فيصلا ڪندا هئا. اصولي طور ڪميونسٽ فلسفو ڪٺي دنيا ۾ انقلاب جو داعي هو پر هنن وٽ پين ملڪن جا مفاد ٻئي درجي جي حيثيت رکندا هئا، هو صرف روس جي ڪميونسٽ انقلاب کي ئي اهميت ڏيندا هئا. آهستي آهستي دنيا آڏو

ٻنهي ڳالهين جو فرق واضع ٿيندو ويو. جنهن سبب ٽراٽسڪي ۽ ايم اين راءِ ڌار ٿي ويا. ٻي عظيم (مهاڀاري) جنگ 1939 ۾ شروع ٿي، ان جو ذڪر شروع ڪرڻ کان اڳ آئون جيڪر شهادت سا بہ سياست ۾ شهادت جي فلسفي ڀڳت سنگهہ جي شهادت ۽ هٿياربند تحريڪ جي باري ۾ بہ اکر لکان.

ڀڳت سنگهہ History of Anarchism ۾ لکيو آهي. "صرف هڪ اڪيلو واقعو وڌي مشهوري ۽ پروپئگنڊا ڪري سگهي ٿو بنسبت هزار پمفليٽن ۽ اشتهارن جي". ڀڳت سنگهہ ۽ سندس ساٿين جي هڪڙي ٿي واقعي تاريخ تي ايترو تہ وڏو اثر ڇڏيو آهي جو ان هندو پاڪ ۾ هلايل تحريڪن جي هلڪن واقعن کي پوئتي ڇڏي ڏنو. اجان تائين ڀڳت سنگهہ بابت لکيو ۽ دهرايو وڃي ٿو. اسان وٽ ون يونٽ خلاف تحريڪ ايم آر ڊي (MRD) جي تحريڪ، چيف جسٽس افتخار حسين چوڌري جي موقوفي خلاف تحريڪ، جيڪي ٻيا وڏا واقعا ٿيندا آيا آهن يا ٿيندا رهن ٿا سي تاريخ جي ڌارا کي وڌيڪ واضع ڪن ٿا. اسين محترم رسول بخش پليجي، فاضل راهو، ڄام ساقي، بدر ابڙو شبير شر، امرلال تي فوجي عدالتن ۾ هلايل ڪيس ۽ ان سلسلي ۾ ڏهاڪو سال جيل ۾ گهارڻ جي تاريخ کي ڪيئن وساري سگهون ٿا. اسين چالو حالتن تي راءِ ڏيندي انجي ماضي کان شروع ٿيندڙ تسلسل کي ڪيئن وساري سگهون ٿا. ڪيتريون ڳالهيون ۽ واقعا جيڪي اسانجي تاريخ جا اهم قدم آهن. تن کي وسارڻ سان موجوده دور ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ ڪي نظريا پيش نٿا ڪري سگهون. تحريڪ ۾ جدت پيدا نٿا ڪري سگهون. مٿي لکيو اٿم تہ ٻي عظيم جنگ Second world war 1939 ۾ شروع ٿي، انهي جي ۽ ٻين واقعن جي اهميت جي تاريخ تہ توهان کي سمجهہ ۾ آيل هوندي. پوءِ اچو تہ جنهن ڪميونسٽ پارٽي جا توهان جنرل سيڪريٽري آهيو. انجي ماضي جي تاريخ کي ڪجهہ سمجهون.

## ڪميونزم ۽ جنگ آزادي.

پنجاب ٻي جنگ عظيم ۾ وڏو رول ادا ڪيو هو. هنن مان ڀرتي ڪيل انگريزن جي انڊين آرمي، جنگ ۾ پنجاب جي سياسي ۽ معاشي حالتن ۾ وڏو ڦيرو آندو ۽ هو جيڪي هيڊٽر آهن سو انهي جنگ (1939_1945) ۾ ٺهيا آهن. گهڙيا آهن ۽ انهن جو اجتمائي ذهن ۽ نفسياتي رخ ٻڌيو آهي. ان وقت جي وڏي نظرياتي ڏر ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا (پنجاب). جي ڪيرتي ۽ ڪسان تحريڪون، انڊين نيشنل ڪانگريس، مسلم ليگ پنجاب جي يونينسٽ پارٽي هئا. پنجاب جو وزيراعظم مشهور پنجابي ليڊر سر سڪندر حيات هو. هن 15 جولاءِ 1940 تي پنجاب ليجسليٽو اسيمبلي ۾ چيو تہ **"ڪميونسٽ روس جا ايجنٽ آهن ۽ روس هندوستان تي حملو ڪرڻ چاهي ٿو".** ان وقت ميان افتخار الدين جو مشهور ڪميونسٽ ۽ ڪانگريس جو ليڊر هو. ان زوردار تقرير ڪندي ڪميونسٽن خلاف الزامن کان انڪار ڪيو ۽ انهن جو نقطہ نظر پيش ڪيو هو ۽ ٻين اسيمبلي جي ڪانگريس ميمبرن پڻ ڪميونسٽن جي فائدي ۾ ڳالهايو هو. فيبروري 1940 تي ميان افتخارالدين کي سال 1941 لاءِ ڪانگريس جو صدر ۽ پرتاب سنگهہ ڪيرون کي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. ان وقت ڪميونسٽ پارٽي، نازي جرمني ۽ ان جي ليڊر ائڊولف هٽلر جي فائدي ۾ هئي، ڇاڪاڻ تہ هو انگريزن خلاف هئو جيڪي اسان کي غلام رکي ويٺا هئا ۽ پڻ هٽلر جو روس سان 1939 جي امن جي معاهدي ۾ جڙيل هو. اسين ڪميونسٽ ڪانگريس ۽ گانڌي سان ساڳي آزادي جي هلچل ۾ همراهہ هئاسون. ان ڳالهہ تان ايم. اين. راءِ M.N.Roy ◆ هٽلر

---

◆ M.N.Roy جي ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ ۾ سنڌ مان محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز، حڪيم عبدالغفور سرهندي، ايم. اين. خطيب ۽ ٻرياٽي پڻ شامل هئا.

جي نازي پارٽي خلاف ٿيو هو پوءِ انکي بہ ڪميونسٽن ڪو وزن ڪين ڏنو ڇو تہ هو روس ۽ اسٽالن واري ڪميونسٽ پارٽي خلاف ٿي، ان ڪان جدا ٿي ويو هئو. جيتوڻيڪ ان وقت ڪيترائي ڪميونسٽ جيل ۾ پڻ هئا. ميرٺ سازش ڪيس ۾ جوابدار طور جيل ۾ پڻ هئا. تنهن هوندي بہ آزادي جي جنگ ۾ پيش پيش هئا.

"وري قصو اُلٽو ٿيو".

## روس تي هٽلر جو حملو

جيئن تہ 22 جون 1941 تي اوچتو جرمن روس تي حملو ڪري ڏنو جنهن جي نتيجي ۾ روس انگريزن جو ساٿي بڻجي ويو ۽ هيئي پاڻ ۾ اتحادي بڻجي ويا. جنهن جي نتيجي ۾ فورن ڪميونسٽ جرمن خلاف انگريز سان ٻٽ تي بيٺا ۽ ڪيترائي ڪميونسٽ انگريز فوج سان پڻ سلهاڙيا. فيض احمد فيض ۽ ان جا ساٿي بہ انگريز جي نوڪري ۾ گهڙي جنگ جا جرمني خلاف مددگار ٿيا هئا. جيتوڻيڪ ڪميونسٽ ڦيرو ڪائي انگريز جي مخالفت ڇڏي انهن جا ساٿي بڻيا هئا. پراڳيان هلي تاريخ ثابت ڪيو آهي تہ سندن اهو فيصلو درست هيو. جيتوڻيڪ ڪانگريس اها دعويٰ ڪئي "ڪميونسٽن روس جو ايجنٽ ٿي آزادي جي تحريڪ سان غداري ڪئي هئي". نتيجي ۾ 23 جولاءِ 1942 تي انگريز ڪميونسٽ پارٽي تان بندش لاهي ڇڏي هئي.

1945 ڪان وٺي انگريز مسلم ليگ ۽ ڪانگريس ليڊرن سان رابطي ۾ رهيو ۽ هندستان جو سياسي معاملو ۽ انگريز طرفان هندستان کي آزادي ڏيڻ جون ڳالهيون جاري ٿيون. لنڊن جو پارليامينٽري ٽي رڪني وفد اسٽريمفورڊ ڪرپس Stramford Crips جي قيادت ۾ هندستان آيو ۽ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس سان رابطا قائم ٿيا.

## ٻي جنگ عظيم بعد مسلم ليگ ۽ ڪميونسٽ پارٽي.

ڪميونسٽ پارٽي جيڪا جنگ وقت مسلم ليگ سان لاڳاپيل هئي ۽ مسلم ليگ انگريز جي حق ۾ هئي، پوءِ بہ 1945 ۾ هندستان ۾ هليل اليڪشن ورڪ ۽ جنوري 1946 ۾ ٿيل اليڪشن ۾ سندن ڪا بہ حيثيت ڪا نہ ٺهي سگهي ۽ ان جي نتيجي ۾ مسلم ليگ ۽ انگريز هنن کي درگذر ڪري ڇڏيو. ڪانئن ڪا بہ لفٽ ڪا پڇا ڪا نہ ڪيائون. ڪميونسٽ تہ آزاد خيال، عوام دوست ۽ نظرياتي ورڪر هئا، انهي ڪري هو مسلم ليگ جي مذهبي انتهاپرستي سان نٿي برميچي سگهيا، هنن جا اصول تہ ڪانگريس سان ٺهڪندڙ هئا، پر هاڻي هو بحران ۾ اچي ويا هئا ۽ هنن جي مقبوليت ۾ گهٽتائي اچڻ لڳي هئي. هو تہ ڪميونسٽ اصولن ۽ نظريات جي حساب سان ڪانگريس کي ويجهو هئا پر سياسي عمل ۾ هو مسلم ليگ سان گڏ بيٺا هئا.

## ڪميونسٽ پارٽي

1933 ڌاري جرمني ۾ ”نازي فاشسٽ“ پاور ۾ آيا ۽ ٽرڊ ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي ڪانگريس نئين پارٽي لائين جوڙي، تہ هنن کي دنيا ۾ خاص ڪري هندستان ۾ ڪاٻي ڌر جي خيالن وارن سان جڙجڙ ڪپي. اهو خيال هندستان جي ڪميونسٽن دت، برئڊلي نظريئي Dutt, Bradley Thesis طور اختيار ڪيو. تنهنڪري هنن ڪانگريس ۾ ڪميونسٽ ۽ سوشلسٽ خيالن جي حلقي سان گڏجڻ چاهيو. انڪري هو ڪسان سيائن ۾ گڏ ڪم ڪندا رهندا هئا. پنجاب جي هارين جي هلچل لاءِ ڪسان ڪاميٽي، ڪيرتي هلچل، اڪالي هلچل وڏيون تحريڪون هيون. جنهن جو توهان بخوبي مطالعو ڪيو هوندو ۽ اهو بہ تہ ڇو ۽ ڪيئن سنڌ ۾ 1930 کان وٺي هاري پارٽي ۽ پوءِ هاري

ڪاميٽي نهي ۽ سنڌ ۾ هاري تحريڪ شروع ٿي جنهن جي اوهان کي چڱي ريت خبر آهي.

پنجاب ۾ چو ۽ ڪيئن Land Alienation Act 1901 لينڊ ايلينيشن بل پاس ٿيو. انجا ڪهڙا نتيجا ظاهر ٿيا. ڪيئن يونينسٽ پارٽي نهي، اهو اوهان جي مطالعي ۾ آيل هوندو.

## پنجاب جي نفسيات.

پنجاب کي سمجهڻ ۽ ان جي نفسياتي عمل جي ڄاڻ لاءِ خاص ڪري ان وقت جي چئن ڌرين جي سوچن بابت ڄاڻڻ ضروري آهي.

- پنجاب جي مسلمان، هندو ۽ سک زميندارن جي ڳنجوڙ واري يونينسٽ پارٽي. جنهن جا مشهور ليڊر هيا سر فضل حسين، سر سڪندر حيات خان ۽ سر ڇوٽو رام واري سوچ.
- پنجاب جي ڪميونسٽ پارٽي ۽ ڪانگريس جي سوچ.
- هارين جي ڪيرتي ڪسان ڪاميٽي ۽ اڪالي سکن جي پارٽي واري سوچ.
- پنجابين جي فوج ۾ ڪثرت سان شرڪت ۽ فوجي ذهن جو نهڻ واري سوچ.

## ڪميونسٽ پارٽيءَ جا انقلابي قدم.

اسين سنڌ ۾ ائين سمجهندا آهيون ته اسان ئي سيڪيولر ۽ عوامي سوچ وارا آهيون. اسان هاري، مزدور تحريڪون ئي هلايون آهن. پنجاب جو ان باري ڪو ڪردار ڪين رهيو آهي، سو صحيح ناهي. صرف هڪڙو مثال ٿو ڏيان. 1938 ڌاري پنجاب ۾ ڪسانن جون تحريڪون پنهنجي اوج تي رسيون، اهڙيون تحريڪون باقي هندستان ۾ به ايريون ۽ پڙ سنڌ ۾ عبدالقادر ڪوڪر ۽ ساٿين به هلايون

(مشهور ٿنڊي ڄام جي تحريڪ آهي). پنجاب جون تحريڪون خاص ڪري ڪئنال ڪالوني ضلعن ۾ هليون. مثال طور ملتان ماٽنگو مري (هاڻي ساهيوال) ۾ نيل ارم ۾ جتي سرڪار زمين جي نيڪال لاءِ ٽينڊر گهرايا. جيئن وڏيڪ اگهه تي زمين جو وڪرو ٿئي ۾ ڪسانن کي زمين نـ ملي سگهي ۾ ڪسان انهي نئين خريدار هيٺ ڪسان ٿي رهي. وڏو تفصيلي قصو آهي، هارين ڦٽيون چونڊڻ وغيره کان انڪار ڪيو سيني چڪن ۾ تحريڪ هلي.

لائلپور (هاڻوڪي فيصل آباد) ۾ بہ 1938 ۾ تحريڪ هلي جتي 60 ڪان 550 جا جٿا گڏي ايندا ويا ۾ 15000 ڪسان ميڙ ٿيا. 10 جون 1938 تي جلوس جي شڪل ۾ ضلعي هيڊڪوارٽرن ۾ ڪٺا ٿيا. جملي 40000 ڪسان جن ۾ اڌ سک ڪسان هئا، ائين تحريڪ زور وٺندي ويئي. جولاءِ 1938 ۾ هنن جي آبادي لاءِ پاڻي ونڻ جي تحريڪ تي واهن جي ماڊيولن کي سڌاريو ويو. ساڳئي وقت امرتسر ۾ تہ انهن کان بہ وڏا جلوس جاري ٿيا. سرڪار مجبور ٿي ساليانو چار لک روپيہ واٽر سپلاءِ تي خرچ ڪرڻ قبول ڪيو ۾ انکي وڌايو ويو. قلم 144 لڳو پر تحريڪ هلندي هلي، جٿا ايندا ويا گرفتار ٿيندا ويا. لٺبازي سان زخمي ٿيندا ويا. آخر سرڪار مجبور ٿي هنن جون گهرون قبول ڪيون. ان وقت هنن جو ليڊر اُڌم سنگهہ هو ان دور جو مشهور ڪسان ليڊر هو. ان وقت جو ٻيو ليڊر ڪرتار سنگهہ هو جنهن کي ڳوٺ ۾ بندش هيٺ رکيو ويو هئو.

سڪندر حيات جي يونينسٽ سرڪار گهڻو زور آزمايو آخر 9 آگسٽ تي خاطري ڏني وئي تہ سندن مطالبا منظور ڪيا ويندا. ايئن لاهور ۾ ٻين ضلعن ۾ تحريڪون هليون. آخر ٻي ڪسان ڪانفرنس جيئن اسان وٽ سنڌ ۾ هاري ڪانفرنسون مختلف شهرن ۾ ٿينديون هيون، سرگوڌا ۾ 5 ۾ 6 سيپٽمبر 1939 تي بابا رُڙ سنگهہ MLA جي صدارت هيٺ ٿي. اتي هن بهار ڪسان ڪانفرنس سان يڪجهتي جو

اعلان ڪيو. پنجاب ۾ ڪسان تحريڪن ايترو تہ زور ورتو جو 16 جون 1939 تي سباش چندر بوس "لاهور مورچي" جي منتظمين کي وڏو پيغام موڪليو.

جنهن ۾ هن لکيو. "يونينسٽ گورنمينٽ جي ڏاڍ، ظلم ۽ جبر جي لاهور ضلعي ڪسان ڪاميٽي طرفان سول نافرماني جي تحريڪ شروع ڪئي وئي آهي. مونکي ٻڌايو ويو آهي تہ 1700 ڪسان گرفتار ڪيا ويا آهن، جن کي مختلف عرصي جون سزائون ڏنيون ويون آهن. جن ۾ 200 ڪسان عورتون آهن جن مان 75 عورتون اڃا جيل ۾ آهن. انهي تحريڪ ۾ 40 ڪسان شهيد ٿيا آهن، جن ۾ هڪ 7 مهينن جو ٻار ڪامريڊ يوگ راج بہ آهي. اهي قربانيون جنهن همٿ ۽ بهادري سان ڏنيون ويون آهن، جنهن لاءِ هلچل جي منتظمين کي سلام پيش ڪجي ٿو. اهو ڏاڍ انگريز جي ڏارين حڪومت طرفان ڪيو وڃي ٿو. ڪسان ترقي پسند قوت آهن، هو همدردي ۽ مدد جا حقدار آهن".

جيئن 1939 ۾ جنگ شروع ٿي يونينسٽ (Unionist) ٽينڊڙ عالمي جنگ جو فائدو وٺي انگريزن جي مدد ۽ هارين تي ظلم ڪرڻ لاءِ سبب بڻائي انجي ليڊر ۽ پنجاب جي پرائيم منسٽر (ان وقت صوبي جي چيف منسٽر کي پرائيم منسٽر چوندا هئا). سڪندر حيات خان آگسٽ 1939 تي اعلان ڪيو تہ "پنجابي پنهنجي سموري قوت ۽ وسيلا انگريز سرڪار جي مدد ۾ پيش تا ڪن." هاڻي ہي عظيم جنگ شروع ٿي تہ سرڪار تحريڪن خلاف سخت قدم کڻڻ شروع ڪيا. اها مڃيل حقيقت آهي تہ ڪميونسٽ ورڪر، ليڊر ۽ سوچ انهي ڪسانن جي تحريڪ جا اڳواڻ هئا. ملڪ ۾ انگريز جي حڪومت هئي ۽ جنگ جاري هئي. ڪميونسٽ انگريز خلاف هئا سندن رخ جرمني ۽ هٽلر ڏانهن هو. پر جيئن ئي 1941 ۾ هٽلر (جرمني) سوويت روس تي حملو ڪيو ڪميونسٽن جو رخ جرمن خلاف ۽ اتحادين (جن جو اڳواڻ برطانيہ هو) جي فائدي ۾ ٿيو جنهن جو مون مٿي ذڪر ڪيو آهي.

جنگ ختم ٿي ۽ جنگ جو هيرو ۽ اڳواڻ چرچل 1945 ۾ اليڪشن هارائي گهر ويٺو ٿيو ته پوءِ هندستان جي اڳواٽي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي مليو. جنگ کان سنت پوءِ سرد جنگ Cold war آمريڪا ۽ رشيا وچ ۾ شروع ٿي ته انگريز وٽ ڪميونسٽن لاءِ دل ۾ ڪا جاءِ ڪا نه رهي. هن جا هم خيال ڪافي ڪانگريسي هئا، جن سان هو عوامي تحريڪون گڏ هلائيندا هئا ۽ مسلم ليگ سان سندن ميت ڪان ملندي هئي. پر ڪميونسٽ انگريز جي ٻي عظيم جنگ ۾ مدد ڪرڻ ڪري عوام ۾ مقبول ڪين هئا، انڪري هو انهي جهد ۾ آيا ته هاڻي ڪانگريس سان ساٿ ڏجي.

هاڻي نئون زمانو شروع ٿيو آزادي جون اميدون جاڳيون ۽ ڪميونسٽ اڳواڻ ڪانگريس جي ساٿ ۾ اچڻ جي لاءِ ڪوشان ٿيا.

ٻي عظيم جنگ 1939 تي شروع ٿي. پنجاب جي وڏي وزير جنهن کي ان وقت پرائيم منسٽر چوندا هئا. ان پنجاب اسيمبلي ۾ 15 جولاءِ 1940 تي چيو هو ته "ڪميونسٽ روس جا ايجنٽ آهن ۽ روس هندستان تي حملو ڪرڻ چاهي ٿو. ان وقت ميان افتخارالدين جو به پنجاب اسيمبلي جو ميمبر ۽ ڪانگريس جو صوبائي صدر پڻ هئو ان زودار تقرير ڪندي ڪميونسٽن خلاف الزامن جو بچاءُ ڪيو ۽ اهڙي طرح ٻين ڪانگريس جي ميمبرن به ڪميونسٽن جي بچاءَ ۾ ڳالهايو.

سرڪار 13 ڊسمبر 1940 تي مشهور ڪميونسٽن نوابزاده محمود علي، ڪرم سنگهه مان ۽ هرڪشن سنگهه سرجيت کي گرفتار ڪيو ميان افتخارالدين فيبروري 1940 تي سال 1941 لاءِ ڪانگريس جو صدر ۽ پرتاب سنگهه ڪيرون کي جنرل سيڪريٽري چونڊيا ويا. ميان کي نومبر 1940 تي گرفتار ڪيو ويو. 1941 ۾ ڪيترائي ڪميونسٽ ۽ ڪانگريسي جنگ خلاف ۽ فوج ۾ ڀرتي خلاف هجڻ ڪري گرفتار ڪيا ويا. ڪميونسٽ اثر واري شاگردن جي جماعت به انگريزن خلاف ۽ جنگ خلاف تحريڪ هلائي ۽ مُلڪ راج آنند جي

صدارت ۾ گرفتاريون ڏنيون. MN Roy ڪميونسٽ پارٽي کان جدا ٿي هٽلر جي نازي پارٽي طرفان جنگ جو مخالف ٿيو پر ڪميونسٽن هن کي ڪو وزن ڪين ڏنو.

## روس تي هٽلر جو حملو ۽ ڪميونسٽ پارٽي.

هاڻي ڏسو ته قصو ڪيئن اُلٽو ٿيو صبح جو ڪميونسٽ انگريز خلاف هئا. رشيا جرمن سان ٺاهه ڪيو هو انڪري هو جرمن خلاف ڪين هئا. MN Roy جرمن خلاف هو نازي خلاف هئا. ڪميونسٽ ان کان ناراض هئا، هو انگريز خلاف آزادي جي جنگ ۾ ڪانگريس سان گڏ هئا. پر جيئن ئي 22 جون 1941 تي جرمني روس تي حملو ڪيو. رشيا انگلينڊ سان جنگ ۾ ساٿي ٿيو ته فورن ڪميونسٽن پاسو بدلايو ته هاڻي اها جرمن خلاف پيپلزوار آهي. رشيا (USSR) ۽ سندس ساٿي انگلينڊ جي مدد ڪئي وڃي. وڃي انگريز جي آرمي ۾ ڀرتي ٿيو هن ڪانپوڙ هندستان جا سمورا وسيلا جنگ لاءِ ڪم آندا ويندا. سامراج جي جنگ پيپلز (عوامي) جنگ بڻجي ويئي. ته چا هيل تائين ائين چوندا رهيا هئا ته انگريز جي هٽلر خلاف جنگ جي مدد ڪين ڪبي، انگريز سامراج جي شڪست سان ئي هندستان کي آزادي ملي سگهندي. ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا محسوس ڪيو ته هيل تائين هو غلط هئا ۽ هاڻي انهي غلطي جو اعتراف ڪندي ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا 1 ڊسمبر 1941 تي پارٽي ليٽر شايع ڪيو ته سندن Polit Beauro دنيا جي مسئلن تي غلط سياسي لائين ورتي آهي. جيڪا لائين هنن بورجوادي نظرين واري ورتي هئي ۽ اها مزدورن انقلابين (Proletariat) جي ۽ مارڪس ۽ لينن واري وارن جي ڪين هئي. هنن (CPI) انهي سوال تي ويچار ظاهر ڪيو ته اسين چو جنگ خلاف هئاسون. اسان انگريز خلاف جنگ آزادي جي بورجوادي قومي نفرت کي اپنائي اهو نه سمجهي سگهياسون ته اها جنگ هٽلر کو

پيپلز وار ڪري لڙندو. انگريز ترقي پسند روس سان گڏ آهي. هٽلر جي نازيزم خلاف وڙهي رهيو آهي. جيتوڻيڪ في الحال اسان اوندهہ ۾ هئاسون. ڪانگريس جي بي بنياد قومي آزادي جي خيال پٺيان لڳاسون. اهڙي طرح انهي جنگ ۾ انگريزن جي ساٿ ۾ ڪميونسٽ رهيا. سوين ڪميونسٽ جيلن ۾ هئا جيڪي انگريزن آزاد ڪيا. فيض احمد فيض ۽ سندس ڪيترائي ڪميونسٽ ساٿي انگريز جي فوج ۾ ڀرتي ٿيا.

اهو تاريخ جو اهم فيصلو هئو. توڙي جو ڪميونسٽن ڪانگريس سان وفا نہ ڪئي ۽ انگريزن جا مددگار ٿيا هئا. ڪٽي جو هو ڦيرو هٽي، نئين دڳ تي آيا هئا. پر اڳيان هلي سندن اهڙو فيصلو درست ثابت ٿيو ۽ نتيجي ۾ انگريز حڪومت 23 جولاءِ تي ڪميونسٽ پارٽيءَ تان بندش لاهي ڇڏي.

## ڪئٽ انڊيا هلچل Quit India Movement.

آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي جو مشهور اجلاس بمبئي (هاڻوڪي ممبئي) ۾ 8 آگسٽ 1942 ۾ ٿيو جتي گانڌي جو پيش ڪيل ڪئٽ انڊيا (هندستان هڪدم ڇڏي هليا وڃو) ٺهراءُ پاس ڪيو. جنهن ۾ ڪانگريس جا سمورا وڏا ليڊر جواهر لال نهرو، مولانا ابوالڪلام آزاد، سردار پٽيل ۽ ٻيا سڀ موجود هئا. چند ڪلاڪن اندر سمورا ليڊر گرفتار ڪيا ويا. ڪي ليڊر زيرزمين فرار ٿي ويا. ملڪ ۾ وڏا هنگاما ٿيا، بغاوت جا آثار ڏسڻ ۾ آيا، عام هڙتالون ٿيون، تارون ۽ ٽيليفون تارون ڪٽيون ويون، پوليس ۽ عوام ۾ مقابلا ٿيا. لاٺي چارج ٿيون. في الحال انگريز لاءِ بغاوت کي ڪچلڻ مشڪل ٿي پيو. ڪميونسٽ پارٽي وارن ڪانگريس جي مخالف ڪندي چيو "هي قدم خودڪشي برابر آهي."

هتي آئون انهي ڪئٽ انڊيا Quit India واري واقعي جون

ڪجهه ضروري ڳالهيون لکان ٿو جيڪي پوءِ وقت گذرڻ بعد ظاهر ٿيون آهن ۽ اُڀريون آهن. امداد صاحب هي ڳالهيون آئون انهي ڪري ٿو بيان ڪيان, جو مونکي ڪميونسٽ فلسفي ۽ نظريي لاءِ خاص عزت آهي ۽ آئون تاريخي واقعا بيان ٿو ڪيا تہ ڪٿي ڪٿي جيتوڻيڪ غلطيون لڳيون پر تاريخ ۽ وقت سندن غير مقبول عملن کي صحيح ثابت ڪيو.

ان وقت ڪانگريس ۽ ڪميونسٽن جا رستا جدا ٿيا هئا. پر ڪميونسٽن هنن ڪانگريسي ليڊرن جي آزادي جي گهر ڪئي ۽ هندستان ۾ جنگ کي منهن ڏيڻ لاءِ قومي سرڪار جوڙڻ جو مطالبا ڪيا. ڪميونسٽن جي ڪانگريس کان پاسيرو ٿيڻ ڪري ڪانگريس وارن جي ٿوڙڦوڙ ۽ تشدد ۾ گهٽتائي آئي. ان وقت جپان جنگ ۾ جرمني سان سلهاڙجي داخل ٿيو هو ۽ ڪميونسٽ انهن کي سامهون ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا رهيا. حالانڪ ڪانگريس جو ليڊر سڀاش چندر بوس تہ جاپان جي مدد سان اوير هندستان تي فوجي حملو ڪري رهيو هو. انکي ڪانگريس جي مدد هئي پر ڪميونسٽن جي ڪين هئي. ڪانگريس ۽ مهاتما گانڌي طرفان ڪيل ڪئٽ انڊيا فيصلو صحيح هو يا غلط. ان واقعي کي هينئر 72 سال ٿيندا. ڪن جو چوڻ هو تہ اهو فيصلو صحيح ڪين هو سي آهن. مولانا ابوالڪلام آزاد جو گانڌي ۽ جواهر لال جي جوڙ جو ليڊر هو. هو بہ ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽي جو ميمبر هو. هو بہ 8 آگسٽ 1942 تي ممبئي ۾ انهي ميٽنگ ۾ موجود هو. هن گانڌي طرفان پيش ڪيل ڪئٽ انڊيا جي ٺهراءُ تي مخالفانہ راءِ ظاهر ڪئي هئي. هن جو چوڻ هو تہ اڳ ۾ ئي مسلم ليگ ۽ جناح جي سياست انگريز سان سلهاڙيل آهي سي اجا تائين مٿي ڪين نہ اُسريا آهن, سي فائدو حاصل ڪندا ۽ انگريز انهن کي ڪانگريس خلاف استعمال ڪندو. هن اها ڳالهہ پنهنجي سوانح عمري (Autobiography) India wins freedom ۾ بہ

لکي آهي.

راجگوپال آچاريہ هندستان جي پهرئين گورنر جنرل بہ اها ڳالهہ لکي آهي ۽ ساڳيا دليل ڏنا آهن.

## ٻي جنگ عظيم ۽ مسلم ليگ.

وقت ثابت ڪيو تہ مسلم ليگ ان مان فائدو حاصل ڪري اڳتي اثر پيدا ڪري ويئي ۽ انگريز سان جڙي ويئي. انهن ليگ کي مدد ڪئي انهي مدد سان ئي ورهاڱو ٿي سگهيو جن ڪئٽ انديا جي مخالفت ڪئي سي چون ٿا تہ جيڪڏهن جنگ ۾ ڪانگريس انگريز جي مدد ڪري ها يا مخالف نہ ڪري ها تہ پوءِ مسلم ليگ سان انگريز ڳٺجوڙ ڪين ڪري ها، ۽ پاڪستان ممڪن ٿي ڪين سگهي ها.

جيڪي ڪئٽ انديا جي فائدي ۾ آهن تن جو چوڻ آهي تہ هندستان جنگ جي مخالف ڪري تحريڪ هلائي انگريز کي ذهن نشين ڪرايو تہ هو هاڻي هندستان تي قبضو قائم رکي ڪين سگهندا، فوج بہ ڪين مدد ڪين ڪندي، هندستان جو عوام انگريز جي غلامي جو طوق لاهڻ لاءِ آتو هو. آزاد ٿيڻ جي واقعي کي وڏيڪ تقويت ملي. انگريز ءِ۽ مسلم ليگ جي مدد ڪرڻ ۽ جنگ ۾ مدد ڏيڻ ڪري ڪميونسٽ پارٽي جي ساک کي وڏيڪ ڌڪ لڳو. ڪئٽ انديا تحريڪ ڪٽي جو غلط هئي پر اها هندستان جي عوام جي امنگن پٺاندڙ هئي ۽ انڪري ڪميونسٽ في الحال غير مقبول ٿي ويا.

## چرچل ۽ واويل جو مسلم صوبو.

جنگ جي پڇاڙي وقت هندستان جو وائسراءِ گورنر جنرل لارڊ واويل Lord Wavell ۽ انگلينڊ جو پرائيم منسٽر انهي جنگ جو هيرو ونسٽن چرچل هو. اهي ٻئي ذهني ۽ نظرياتي طور ڪميونسٽن جي خلاف هئا ۽ پڻ هندستان کي آزاد ڪرڻ خلاف نوان انسنا ڀڏندا رهيا

هئا. ان وقت انگريز جي مدد ڪرڻ ڪري ڪميونسٽ مقبول ڪين هئا. مسلم ليگ لاءِ انگريز منصوبو جوڙيو هو تہ پنجاب، سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد (هاڻوڪي خيبرپختونخواهہ) کي ملائي هڪ صوبو ٺاهي انکي بيٺڪ (Colony) بڻائي انگريز جي حڪومت کي قائم رکي، باقي هندستان کي آزاد ڪري مهاتما گانڌي ۽ ڪانگريس حوالي ڪري ۽ انگريز جنگي علائقي هئڻ جي موجوده پاڪستان واري حصي کي پنهنجي ڪالوني طور قائم رکن ها. جتان روس جي زور کي وڌڻ کان روڪين ها، اهڙي اسڪيم لارڊ واويل جوڙي هئي ۽ انکي چرچل آشيرواد هئي. پر قدرت کي پيو ڪجهہ منظور هو. جنگ بند ٿيڻ سان ئي انگلينڊ ۾ اليڪشن رکي ويئي، چرچل سان گڏ ليبر پارٽي جنگ هلندي ڪوئليشن گورنمينٽ ۾ گڏ هئي. جنهن جو پرائيم منسٽر ۽ جنگ جو انچارج چرچل هو. پر 1945 واري اليڪشن ۾ انگلينڊ ۾ چرچل جي ڪنزرويٽو پارٽي کي شڪست آئي ۽ ليبر پارٽي وڏي اڪثريت سان ڪامياب ٿي ۽ اٽلي Atlee وزيراعظم ٿيو. چرچل هٽي ويو ۽ ڪليمنٽ اٽلي Clement Atlee وڏو وزير ٿيو ۽ هن جي پارٽي کي حڪومت ملي. جيڪي وري ڪانگريس جي فائدي ۾ هئا.

ان وقت هندستان جو وائسراءِ لارڊ ويول هندستان ۾ هندو مسلمان کي ويڙهائي آزادي کان نتائڻ جا، يا مسلم ليگ جي مدد سان، اسان وارو علائقو جدا ڪري، انگريز جي زيرِ اثر هيٺ رکڻ واري اسڪيم تي عمل پيرا هو. ڪانگريس ۽ گانڌي انهي ڪري هن مان خوش ڪين هئا. انهي ڪري ليبر پارٽي جي پرائيم منسٽر اٽلي هن کي هٽائي انجي جڳهہ تي ليبر پارٽي جو همدرد لارڊ (ائڊمرل) لوئي مائونٽ بيٽن کي گورنر جنرل مقرر ڪيو ۽ پاڪستان ٺيڻ واري علائقي تي انگريز جي حڪومت قائم رکڻ واري اسڪيم پُسي پئي پر ڪامورا ۽ هندستان جا انگريز آفيسر ۽ فوجي آفيسر تہ ساڳيا هئا

جيڪي ٿي تيئن وائسراءِ ۽ گورنر جنرل جا زبردست صلاحڪار ۽ پاليسي هلائڻ وارا هئا.

آمريڪا (USA) طرفان انگلينڊ تي جنگ شروع ٿيڻ سان ٿي زور رکندو آيو تہ هو هندستان کي آزاد ڪري جيئن هو ڪُلي طرح جنگ ۾ شريڪ ٿئي ۽ مدد ڪري.

## ٻي جنگ عظيم بعد ڪانگريس ۽ ڪميونسٽ پارٽي.

"ڪميونسٽ موومينٽ ان پنجاب " ڪتاب جي ليکڪ "ڀڳوان جوش" ص 181 تي زيڊ اي احمد هندستان جي ڪميونسٽ ليڊر جي 28 جون 1945 تي جواهرلال نهرو سان ڪيل ملاقات جو ذڪر ڪيو آهي. جنهن جو احوال هن پي سي جوشي جي ڪتاب اَ فري هئپي انڊيا A Free Happy India (1946) تان ڪنيو آهي. اهو گفتگو اکر بہ اکر هن ريت آهي.

**احمد**ـ پهرين آئون شروع ڪندس، اوهانجي ممبئي ۾ ڪيل پريس بيان کان. جنهن جي مونکي نااميدي ٿي ۽ ڏک رسيو ان ڳالهہ تي جيڪو اوهان ڪميونسٽن بابت چيو. ڪو بيو ائين اسان خلاف چوي ها تہ اسانکي تشويش ڪين ٿئي ها، پر توهان تہ اسانکي گهڻي وقت کان سڃاڻو ٿا. توهانکي ڪميونسٽن جي بين الاقوامي تحريڪن بابت بہ ڄاڻ رکو ٿا. تنهنڪري توهان جو چوڻ تہ اسان آزادي جي مخالف ڪئي هئي، اسين حقيقت ۾ سوويت روس جا ايجنٽ آهيون. اسين انهي تي انتهائي ڏکارا ۽ متاثر آهيون. مونکي خبر ناهي تہ توهان جي دل ۾ ڇا هئو جو توهان ائين بيان ڏنو ڪميونسٽن جا مخالف ان ڳالهہ جو سخت فائدو وٺندا. توهان اسان تي الزام هنيو آهي تہ اسين وطن دوست (Patriotic) نہ آهيون. مونکي معاف ڪجو توهان اسان سان انصاف نہ ڪيو آهي، Unfair.

**نهرو**ـ منهنجو اهو مطلب ڪين هو تہ توهان ڪو سرڪار

سان ملي ويا هئا، منهنجو مطلب هو انهي نازڪ وقت تي جڏهن انگريز سرڪار ۾ قومي تحريڪ ۾ ٽڪراءُ هو. تڏهن توهان قومي تحريڪ طرف ڪين هئا. اهو جدا سوال آهي تہ انهي وقت قومي تحريڪ طرفان کنيل قدم صحيح هو يا غلط هو پر اها حقيقت آهي تہ توهان قومي تحريڪ کي ڪا مدد ڪين ڪئي. آئون اهو تاثر ڏيڻ نٿو چاهيان تہ توهان ڪو سرڪار جي سخت ۽ جابرانہ پاليسي جا مددگار هئا.

احمد۔ توهان ائين بہ چيو هئو تہ توهان جي پاليسي سوويت روس جي بين الاقوامي پاليسي ٺي طئہ ڪندو هو. ان مان اهو تاثر تہ اسين سوويت روس جا ايجنٽ آهيون، پر مونکي يقين آهي تہ توهان قبول ڪندا تہ اهو صحيح ناهي. اهو اهڙن حلقن کي هڪ هٿيار طور ڪم ايندو تہ جن جو ڪم ئي ڪميونسٽن جي مخالف ڪرڻ آهي.

نهرو۔ پنهنجو اهو ڪنهن بہ قسم جو مطلب ڪين هو تہ توهان هتي سوويت يونين جا ايجنٽ آهيو. منهنجو مطلب هو تہ دفاع سلامتي ۾ مفاد جي معاملي ۾ سوويت يونين سيني ملڪن جي ڪميونسٽن تي وڏو اثر ٿو رکي.

احمد۔ اهو برابر درست آهي تہ اسين سوويت يونين جي دفاع سلامتي ۾ مفادن کي تمام وڏي اهميت ٿا ڏيون، جيڪا ٻين قومي پارٽين کان بہ وڌيڪ هوندي آهي، پر اهو اسين انهي ڪري ڪيون ٿا جو اسين سوويت يونين کي سلطنت شاهي خلاف وڏي طاقت سمجهون ٿا. انهي ڪري اهو اسانجي قومي مفادن وٽان هجي ٿو. انهي ڪري اِهو چوڻ تہ اسانجون قومي پاليسيون سوويت جي خارجي پاليسين پٺاندڙ نهن ٿيون.

نهرو۔ منهنجو مطلب آهي تہ هنن جو سوويت يونين سان لاڳاپي ۾ بين الاقوامي ضرورتن جي تحت هجڻ ڪري ڪميونسٽ باقي قومپرستن کان مختلف هجن ٿا. انهي ڪري قومي مفادن بابت اوهان سان تضاد پيدا ٿين ٿا. بنيادي سوال آهي قومي پارٽين جي من ۾

ملڪي مفاد جي مقدم آهي، پر ڪميونسٽن تي ٻيا ڌاريان مفاد بہ اثر ڪن ٿا. هنن وٽ سوويت يونين جي سلامتي ۽ دفاع وڏو وزن ڌرائن ٿا.

**احمد**۔ پر اسانجا عمل قومي مفادن کي تقويت پهچائين ٿا يا انکي ڪمزور ڪن ٿا؟.

**نهرو**۔ اڳتي هلي توهانجو رخ ڪٿي صحيح ثابت ٿئي پر بروقت سوالن ۽ نقتن تي هو عام ڌارا سان ٽڪراءُ ۾ اچن ٿا. 1942 ۾ برٽن خلاف سخت نفرت هئي جنهن ڪري هو انهن خلاف ملڪ گير تحريڪ ۾ شامل ٿيا هئا. ان وقت توهانجي پاليسي جي حق ۾ تمام ٿورا شخص هئا. توهان ڪروڙن انسانن تي ڪو اثر ڪين رکي سگهيا. تنهن ڪري توهان ۽ قومي تحريڪ ۾ شديد اختلاف پيدا ٿيڻ ڪري عوام ۽ توهان درميان ويڇو وڌي ويو.

**احمد**۔ پر هاڻي جي اسين واپس ٿي قومي تحريڪ طرف موٽون ٿا، تہ پوءِ اسان ڪنهن بہ ڪم جا ڪين بچنداسون.

**نهرو**۔ سوال واپس ٿيڻ جو ناهي پر حقيقت کي تسليم ڪرڻو پوندو. قومي سوچ وڏي طاقت وارا جذبا ٿين ٿا. توهان انهن کي نظرانداز نٿا ڪري سگهو. ان لاءِ آهستگي سان ماحول جڙندو.

روچي رام

ٻيون خط
20 جولاءِ 2014.
ڪراچي

# روسي انقلاب جو تاريخي سفر

**پيارا امداد قاضي،**

مون توهانکي 8 آگسٽ 2014 تي خط موڪليو هو جنهن ۾ توهان جي پارٽي جي 1917 جي انقلاب کان وٺي جوزف اسٽالن جي وفات (مارچ 1953) تائين جي حالتن جو ۽ ان ۾ توهانجي حيثيت بابت لکيو هو. سوچيو اٿم ان کانپوءِ يعني مارچ 1953 کان وٺي اسٽالن کانپوءِ جي USSR جي حڪومت ۽ ان کانپوءِ جي ليڊرن جي دور ۾ روس ۽ ان جي ڪميونزم حڪومت جو احوال USSR جي 1991 تي ڪميونسٽ نظام جي انت تائين جو حال اوريان. ڇاڪاڻ ته انهي دور ۾ اسان جنهن انقلاب ۽ انسان ذات جي معاشي ۽ سماجي غلامي مان ڇوٽڪارو حاصل ٿيڻ تي مطمئن هئاسون، اهي اسانجا خواب ٽٽي پيا ۽ اسان نئين سر سوچڻ شروع ڪيو. ٽٽل خواب جا ذرا ذرا جوڙڻا آهن، سرمائيداري پيڙهين جي هٿڪڙيڻ کي ٽوڙڻو آهي. ڇا اهو سڀ ممڪن آهي، جيئن ماڻهو مرندا آهن، وڻ ٽڻ ڇڻندا آهن، نيون تبديليون ايندڙيون آهن، تيئن ئي نوان سج اڀرندا آهن، نئين اوڀر اسرندي آهي،

نوان گل ڪڙندا آهن، نوان ڦل رس ڀربا آهن، ڦولن ۾ نوان رنگ ۽ نئين سڳنڌ ڦهلبي آهي، ائين اسانجو وري وارو ايندو يا نہ؟.

5 مارچ 1953 تي، استالن جي موت USSR کي، ساري ڪميونسٽ انقلاب کي، ان ۾ حاصل ڪيل اعليٰ جذبن کي، چڪنا چور ڪري ڇڏيو. اسان جا ڇڻ تہ خواب وکري ويا. استالن تي ڏهاڪا 1924 کان وٺي 1953 تائين ڇڻڪ روس جو ابو هو. روس جي عوام سمجهيو هاڻي هنن جي گهر جو ياتي ديهانت ڪري ويو آهي. روس جي عوام ۽ شهرين حاصل ڪئي هئي آزادي، معاشي آزادي، سماجي ۽ تجارتي ڦر کان آزادي، هو هڪ پوئتي پيل ملڪ مان آمريڪا کانپوءِ دنيا جو ٻيو نمبر زرعي، صنعتي، سائنسي ۽ عسڪري قوت بڻجي ويو. هنن جرمني جهڙي صنعتي ملڪ ۽ انجي جابر حاڪم هٽلر کي شڪست ڏني. سيڪنڊ ورلڊ وار ڪٽي ڏني، چيو وڃي ٿو تہ هنن هٽلر سان جنگ ۾ فتح حاصل ڪئي ۽ ڪروڙ کن سپاهي ان جنگ ۾ ڪم آيا.

جوزف استالن جارجيا جي شهر گوري ۾ موچي پيءُ جي گهر ۾ 1879 ۾ ڄائو هو. 11 سالن جي عمر ۾ هو چرچ اسڪول ۾ داخل ٿيو ان وقت جي باغين سان تعلق هجڻ ڪري هن کي 1894 ۾ اسڪول مان نيڪالي ڏني ويئي. هن زير زمين تحريڪن ۾ حصو ورتو. 1903 ۾ جڏهن بولشيوڪن Bolsheviks ۽ مينشيوڪن Mensheviks ۾ اختلاف ٿيا تہ هن بولشيوڪن سان ساٿ ڏنو هو. آڪٽوبر 1917 ۾ انقلاب آيو هن پنهن ساٿين سان گڏ لينن جو ساٿ ڏنو. لينن جي موت کانپوءِ هو اقتدار تي قبضو ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو. استالن جو ڪاميابيون.

- هن مضبوط مرڪزي حڪومت قائم ڪئي.
- هن غير صنعتي روس کي، ٿوري ئي وقت ۾ هڪ عظيم صنعتي ملڪ بڻايو. ان لاءِ هن هڪبئي پٺيان ڪاميابيءَ سان 5 سالہ رٿائون ٺاهي، ان تي عمل ڪري ڏيکاريو.

- هن ہي عظيم جنگ ۾ جرمني کي شڪست ڏيئي، ٻين اتحادين يعني برطانيہ، امريڪا، فرانس ۽ چين جي لاءِ جنگ کٽڻ ممڪن بڻايو.
- انڪان اڳ هن 1939 ۾ جرمني سان صلح نامون ڪيو ۽ ان سان گڏ پولينڊ سميت مشرقي يورپ تي قبضو ڪري، اتي ڪميونزم نافذ ڪيو.
- جنگ بند ٿيڻ سان هن يڪدم برلن Berlin سميت مشرقي جرمني تي قبضو ڪيو ۽ آمريڪا USA کي مشرقي يورپ طرف قبضا ڪرڻ کان روڪي وڌو.
- هن دنيا ڀر ۾ ڪميونسٽ پارٽين کي انقلاب آڻڻ ۾ مدد ڪيئي.
- دنيا جا سرمائيدار ۽ شاهوڪار، شاهي وارا حلقا روس جي ڀوءَ ۾ رهندا هئا ۽ ان تي ڪميونسٽ فخر ڪري سگهندا هئا.
- USA آمريڪا جيڪا سرد جنگ شروع ڪيئي ان ۾ هن ان جو ڪاميابي سان مقابلو ڪيو.

استالن جي وفات ڪانپوءِ جيڪي ان جا جانشين ٿيا، تن سان سندن ليڊر خروشيف فيبروري 1956 ۾ پارٽي جي خفيہ اجلاس ۾ استالن جي ڪيل ڏاڍ ڏمرسين جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ۽ ان تي سخت تنقيد ڪئي آهي. اها بہ حقيقت آهي تہ جيڪو دٻاءَ ۽ ڊپ، پوليس ۽ خفيہ ادارن جو ۽ خود استالن جو روس جي سموري زندگي تي ڇانئيل هئو، سو هن جي موت ڪانپوءِ گهٽجو گهٽجي ويو. پر ڪميونزم جي طور طريقن ۾ ڪو خاص فرق ڪين آيو. جيستائين ڪ گربوچوف پنهنجا نوان اصول يعني Prestrike ۽ Glasnost سياسي ميدان ۾ نہ لاٿا.

اها بہ تاريخي حقيقت آهي تہ جڏهن استالن جو دور هئو ۽ روس هڪ طاقتور ملڪ هئو ۽ هو ان جو اڪيلو حڪران هو تہ برطانيہ، امريڪا ۽ فرانس جي حڪومتن ۽ سرمائيدارن، ڪارخانيدارن ۾

هڪ قسم جو ڌهڪاءَ، هراس ۽ دهشت هئي. ان وقت ماسڪو ۾ سئو کن سفارتخانا هئا ۽ سفيرن جون ملاقات لاءِ درخواستون التوا ۾ هيون. ان وقت (1947 کانپوءِ جي دور ۾) روس ۾ هندوستان جو سفير ڊاڪٽر راڌا ڪرشن هوندو هو جيڪو ان دور ۾ دنيا جي وڏن فلاسافرن مان هڪ هو. اسٽالن سان وقت بوقت فلسفي ۽ ٻين مختلف موضوعن تي خيالن جي ڏي وٺ پڻ ڪندو هو. دل ۽ ذهن، علم سائنس ۽ فلسفي طرف مائل هئس، حالانڪ اسٽالن تي الزام آهن، جيڪي غلط بہ ناهن تہ هن ڪيترائي پنهنجا ساٿي، انقلاب جا همراه ڪوڙا ڪيس ٺاهي مارائيا. پارٽي جا هزارين ماڻهو ۽ لکين فوجي سپاهي، هاري ۽ مزدور قتل ڪرايا. چاڪاڻ تہ انقلاب کي اڳتي وڌائڻ ۾ هن انهن کي رنڊڪ تي ڄاتو. جبر، ڏاڍ ۽ مضبوط ارادي سان هن ڪميونسٽ انقلاب کي ڪامياب ڪيو. ڪتابي ۽ ذهني عياشي بدران هن جو رخ روس کي طاقتور ڪرڻ طرف هو.

## 5 مارچ 1953 تي اسٽالن جي وفات بعد روسي ڪميونسٽ ڍانچو زوال طرف کسڪندو ويو.

پيارا امداد، تو ڪميونزم جو ٻيڙو ڪنيو آهي، جيڪي اسٽالن بعد روسي ليڊرن خروشيف کان وٺي گوربوچوف تائين ڪميونزم ۾ انڌو وشواس رکي، بدليل حالتن جو جائزو وٺڻ کان پاسو ڪيو وتن. ان کانپوءِ ڇا ٿيو ان ناتوان سسٽم ۾ نئين جان وجهي سگهيو ٿو. ان لاءِ ڪي سياسي ۽ تحريڪي گُشتا تو وٽ آهن. ائين تہ ناهي تہ نانگ جڏهن ڏيڏر کي وات سان پڪڙي ان کي کائڻ لاءِ وات بند ڪندو آهي، سندس وات ڦڻ وڏو هوندو آهي، ڳچي سوڙهي. اهو ڏيڏر هيٺ نہ ڍرندو آهي، پر ڏيڏر ۾ هڪ خصوصيت آهي تہ هو ڦنڊجي وڏو ٿي سگهي ٿو. سو ان ڏپ ۾ ڦنڊبندو آهي، وڏي سائيز وارو ٿي ويندو آهي. ان سان نانگ جي ڳچي ڪجهہ ويڪري ٿي پوندي آهي، ڏيڏر جيئن ٿي

ٽڪجي ڦونڊ ٿيل وڏي سائيز سان ڦري اصلي سائيز تي ايندو آهي ته ويڪري ٿيل ڳچي کان هيٺ هليو ويندو آهي ۽ نانگ کيس هضم ڪري ڇڏيندو آهي. ڇا اسان ڪميونسٽ انهي ڏيڏر وانگر ڦونڊجي انقلاب ۽ ماضي جي نشي ۾ آهيون. جيئن ئي اصل سائيز ۾ ايندا سون ته ختم ٿي ويندا سون. ڇا ائين توهان اسٽالن بعد جي سوويت روس جو جائزو ورتو آهي ته ڪيئن آهستي آهستي اسٽالن بعد 25 سالن اندر روس ۾ ڪميونسٽ قيادت ختم ٿي، نئين نموني جي قيادت ابري آهي. هاڻي اسين ڪنهن جي قيادت ۾ ڪم ڪيون، توضرور پنهنجي ذميوارين تي ويچاريو هوندو. 1953 کانپوءِ روس ۾ ڪميونسٽ سسٽم ناپيد شيءِ هئي صرف ليڊر هئا. اهو سسٽم قائم ڪرڻ توهان جو فرض ٿيندو.

اسٽالن بعد مالنڪوف ليڊر ٿيو پوءِ 1956 ۾ خروشيف مٿي ٿيو. ان ماسڪو ۾ اجلاس ۾ وڏي تاريخي تقرير ڪئي، جيڪا توهان ساري غور سان پڙهو اها گوگل تان اُتاري سگهو ٿا. نڪيتا خروشيف، اسٽالن جي دور جا ليڊر ساٿين جي ڪيس ۾ انهن کي موت تي لاٿو ويو ورڪرن کي ڦاسي، توب، جيلن يا سئبريا طرف روانو ڪيو ويو هارين کي قتل ڪيو ويو لکين انسان پڪڙيا ويا، ۽ ضبح ڪيا ويا، ائين زور ڏيئي ترقي ڪئي ويئي، روس کي اڳتي آندو ويو. هن تقرير ۾ جمهوريت جو به ذڪر ڪيو. انقلاب عدم تشدد سان به اچي سگهي ٿو. سوشلزم گلڊ ڻاهڻ سان به اڳتي وڏي سگهي ٿو. اها هن جي تقرير 6 ڪلاڪ هلي. هڪ معزز ميمبر سوال لکي موڪليو **"انهي اسٽالن جي ظلمن وقت تون ڪٿي هئين"**. تون به ان سان هلندو هئين. خروشيف اتي روسترم تان پڇيو هي **"سوال ڪنهن ڪيو آهي"**. ڪو ظاهر ڪين ٿيو. خروشيف پيو **"آئون ان وقت اتي هوس جتي هينئر تو آهين ۽ ظاهر نٿو ٿين، پر ذهن ۾ آزاد خيال رکين ٿو"**. دل ٿي چيم ته اها تقرير ساري لکي موڪليا، انهي تقرير کانپوءِ نئون دور شروع ٿيو.

امداد سائين توهان وٽ ڪميونزم جو فلسفو آهي، سمجهه آهي، علم آهي، انقلاب بندوق مان نڪرندو آهي، تو وٽ بندوق بہ آهي، پر خالي آهي، ان ۾ نڪي ڪارتوس آهن، نڪي تنهنجي ڪيسي ۾ پئسا جو ڪتان ڪارتوس خريد ڪرين. سواءِ بندوق جي ناٽڪ سان انقلاب ناممڪن آهي. ڇا مارڪسزم هاڻي جي معاش سائنس ۽ سماج ۾ ڪو رول ادا ڪري سگهي ٿي؟، انقلاب زمين تي آهي، اسين آسمانن ۾ ذهن گهمايون ٿا. هيٺ لهي نٿا سگهون. ذهني عياشي شايد هاڻي اسانجو شيوو آهي. شايد توهان کي خبر ناهي تہ 1961 ۾ 22 پارٽي ڪانگريس فيصلو ڪري استالن جي لاش کي لينن جي مسوليم Mausoleum مان ڪڍي ڪنهن مقام ۾ دفنايو ويو. توهان باقي الاجي ڪهڙو لاش مسوليم مان ڪڍندا ۽ الاجي ڪهڙي مقام ۾ دفنائيندا. ٽي ايس ايليات T.S. Elliot لکيو هو **"خدا جو وجود نہ هجي ها تہ توهان هٽلر ۽ استالن کي پوڄيندا رهو ها"**. هن اهو بہ لکيو آهي تہ **"خدا هئي کي خدا ٿيڻ پسند ڪين ڪندو آهي"**.

## روسي انقلاب اوج کان زوال تائين.

روس جي ڪميونسٽ حڪومت جي 7 نومبر 1917 کان وٺي 8 ڊسمبر 1991 تائين جملي 64 سالن جي مُک 15 واقعن جون تاريخون هن ريت آهن.

- 17 نومبر 1917 تي روس جي زار جي پيٽروگراڊ سياري جي محل تي يلغار وسيلي شهنشاهي ختم.
- 3 مارچ 1918 تي روس طرفان جرمن خلاف جنگ جي پڄاڻي ڪرڻ جو اعلان.
- 30 ڊسمبر 1922 تي USSR جو قائم ٿيڻ.
- 21 ڊسمبر 1924 لينن جو موت.

- 1928 کان 1934 تائين نيون معاشي ۽ صنعتي پاليسيون ۽ زراعت جي اجتماعي جوڙجڪ (Collectivization of Agriculture) ايڪانامي جي نئين جوڙجڪ ۽ اُپار، سماجي ترقي، گهر مهيا ڪرڻ، تعليم ۽ صحت جا پروگرام.
- 1 ڊسمبر 1934 ڪميونسٽ پارٽي جو عهديدار ۽ ڪاموري سرگل ڪيروف جو قتل ٿيڻ ۽ ان جي ڏوهه ۾ ڌهڪاءُ پيدا ڪرڻ، پارٽي جي عهديدارن جو جهلجهڻ، انهن تي مقدما ۽ ڦاسيون ڏنيون ويون ۽ ڪامينوف 1936 ۾ جنرل تخا چيو سڪي 1937 ۾ نڪولائي بخار جو 1938 ۾ ۽ هزارين هين پارٽي ورڪرن ۽ عهديدارن جو جهلجهڻ ۽ قتلام سيني جوابدارن ڪورٽ ۾ ڏوهه قبول ڪيو ۽ سزائون نافذ ٿيون.
- 23 آگسٽ 1939 جرمني سان جنگ نه ڪرڻ جو معاهدو.
- 21 جون 1941 تي هٽلر جو روس تي حملو جنگ جاري رهي، آخري مشهور معرڪو استالن گراڊ جو فيبروري 1943 ۾ اها جنگ 8 مئي 1945 تائين جاري رهي، جنهن ۾ روس جا 2 ڪروڙ سپاهي ۽ ماڻهو ڪم آيا ۽ روس وڃي برلن تي قبضو ڪيو.
- 5 مارچ 1953 تي استالن وفات ڪئي.
- فيبروري 1956 ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي 20 ڪانگريس ۾ نڪيتا خروشوف استالن جي ڏاڍاين جو پردو چاڪ ڪيو ۽ نون سڌارن جو اعلان ڪيو.
- آڪٽبر 1964 ۾ ليونڊ برزنيف جو دور شروع ٿيو جنهن کي ٽن ساٿين جو مانيٽوءِ بي ضرر دور سڏجي ٿو جو 25 سال هليو جنهن ۾ روس اندر صنعت ڪمزور ٿي.
- 1970 کان 1985 تائين پارٽي جا ٻه جنرل سيڪريٽري اندروپوف ۽ چيرنين ڪوڪ ڪانپوءِ گوربوچوف پارٽي جو جنرل سيڪريٽري ٿيو ۽ روس جو حاڪم ٿيو. هن جو Prestrike ۽ Glasnost جا

اصول اڳيان ڪيا، پر جيئن تہ نظام ساڳيو هو تبديل ڪين ٿيو هو ۽ روس جو زوال آيو. ڪميونزم جهڙو ڳورو کهرو ۽ پرندڙ نظام هنن کان هلي ڪين سگهيو.

- 9 نومبر 1989 جرمني جي برلن شهر ۾ اندر جيڪا ديوار هئي، اها عام ماڻهن ڊاهي ڇڏي ۽ يورپ ۾ ڪميونزم ۽ سوويت روس ڪمزور ٿيا.
- 21 آگسٽ 1991 تي روس جي گوربوچيف، يوڪرين ۽ بيلو رشيا جي صدرن گڏجي يونين آف سوشلٽ سوويت ريپبلڪ USSR کي ختم ڪري اعلان ڪيو تہ هاڻي اها ٽوڙجي ٿي ۽ ان جاءِ تي روسي فيڊريشن ڪامن ويلٿ جڙي.
- روس جي ڪميونسٽ حڪومت اندران کوکلي ٿيڻ ڪري اها بہ وڌيڪ وقت زندهہ رهي ڪين سگهي. ڪميونسٽ روس ٽٽي، گوربوشيف کانپوءِ يئيلسن صدر ٿيو ۽ پوءِ پيوٽن جيڪو اڃا تائين هلي پيو. ڇا روس جي ٽٽڻ سان ڪميونزم ٽٽي ويئي؟
- هاڻي توهان هتي جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري آهين، تو ۾ ڪيترو وزن آهي، جو اڃا ظاهر ٿي ڪو نہ سگهيو آهي.
- قلم تازو. هي پيو خط آهي، ٿيون جيئن لکي سگهيس، موڪليندس، ان ۾ هن دور جي ڪميونزم بابت لکندس.

روچي رام

خط ٽيون.
25 آگسٽ 2014.
ڪراچي

# سوويت يونين جي زوال کانپوءِ ڪميونزم جا چئلينجز

**پيارا امداد قاضي صاحب،**

مون توهان کي ڪميونزم ۽ ان فلسفي ۽ طريقي تي ٻڌل سوويت روس جي انقلاب، انجي اثر ۽ اسٽالن جي وفات کانپوءِ واري سوويت روس جي ڪارڪردگي بابت ٻه خط لکيا آهن. اچ خيال آيو اٿم ته جيئن ته اِهي ماضي جا قصا آهن، اچ جي دنيا، اچ جي چئلينجز، اچ جي انسان، اچ جي سائنس ۽ اچ جي حالتن تي ڪجھ لکان. هن وقت مواصلات جي ترقي، اچ وچ جي سهولتن، ملڻ جلڻ جي موقعن، دنيا جي مخلوق کي هڪٻئي جي بنھ ويجهو آڻي ڇڏيو آهي ۽ پڻ هڪ ملڪ، ٻئي ملڪ، هڪ سماجي حلقو ٻئي سماجي حلقي، ۽ هڪ تعليمي ادارو ٻين تعليمي ادارن، هڪٻئي جي مدد، ڏي وٺ، ڏيتي ليتي آساني سان ڪري سگهن ٿا.

اچ جي دور ۾ امير ۽ غريب ۾ مقابلا ٻه گهٽا وڌي ويا آهن. شاهوڪار ۽

صنعتي ملڪن ۾ فرد جي آمدني 3000 ڊالر آهي ۽ غير ترقي ڪيل ملڪن ۾ 400 ڊالرن کان بہ گهٽ آهي. ناڻي جي ورڇ، سرمائي جي موجودگي، پئسي جي ڏيتي ليتي، انسان جي سماج، معاش ۽ نفسيات تي تمام گهڻو اثر ڪن ٿا. جن وٽ ڪجهہ ناهي تن جي طبيعت ۾ ڪاوڙ بغاوت ۽ جنگجوئانا رخ وڌي رهيا آهن. جيترو بکيو باغي آهي، اوترو تونگر بغاوت خلاف انکي ڪچلڻ لاءِ تيار آهي. ڪارل مارڪس جڏهن لنڊن ۾ رهي، برٽش لئبرري ۾ پنهنجي جڳ مشهور تصنيف "داس ڪئپيٽل" وقت تحقيق ڪئي هئي، اها صنعتي انقلاب جي شروعات هئي. ان دور جي صنعت صنعتڪار جي اثر ۽ طاقت ۽ مزدور جو حال، انجي جهالت ۽ بي وسي هن وقت کان گهڻو مختلف هيون. ائين لڳندو آهي، هاڻي نئين ڪارل مارڪس، نئين تحقيق، نئين لينن، نئين مائو ۽ نئين ڪميونسٽ پارٽي جي ضرورت آهي. دنيا جو رخ Welfare state فلاحي رياست ڏانهن وڌيڪ آهي ۽ هن وقت دنيا ۾ جهجها خطرناڪ هٿيار پڻ موجود آهن، جي سهولتون آهن تہ ڏکيائون بہ آهن. اسان جي ملڪن وٽ تہ جيئڻ لاءِ، ترقي ڪرڻ لاءِ، تعليم ۽ دوا درمل ڪرڻ لاءِ تہ سرمايو بہ هٿ ۾ نہ آهي. اڳ ۾ هڪ بادشاهہ يا فوجي "فري بوٽر"، ٻئي ملڪ تي حملو ڪري فتح ڪندو هو پر يورپي ملڪن ترقي ڪري مواصلات جا وسيلا تيار ڪري، ٻين ملڪن کي واپار ۽ فوج جي مدد سان غلام بڻائي ٻيڪون ٿاهيون، انهي ٻينڪن، سرمائي ۽ ڦرلٽ جو انداز ڪيئن نہ ڪارل مارڪس تفصيل سان سمجهايو آهي. پر هن وقت تہ ساري دنيا کي يورپ وارن ۽ خاص ڪري امريڪا جڪڙ خريد ڪري ورتو آهي. تون ۽ آئون ۽ ايشيائي، آفريڪي ملڪن جو هر ٻار هر وڏو هر خاتون لکن، ڪروڙن ڊالرن جي قرض ۾ ٻڌل ۽ مطيع آهن. اسين روزي روٽي ۾ قيد ٿيل آهيون. ڪميونسٽ انقلاب جو خيال تہ هاڻي هڪ ذهني عياشي ٿو لڳي. غريب ملڪ امداد تي گذارو ڪن ٿا ۽ قرض ۾ ديبل آهن. جنهن جي چوسڪي جهڙا ڪيترائي ليڪ اهڙين حالتن جي نشاندهي ڪن ٿا. ان تي

تنهنجي ڪميونسٽ پارٽي جا تحقيق ڪيئي آهي، يا پيپر لکيا ۽ تيار ڪيا آهن. اسين ته زراعت ۾ ساليانو هڪ فصل تي معاش جو پروسو رکون ٿا. اسان ته پنهنجا ملڪ، پنيون پارا، جبل، درياءَ وسيلا گروي رکي ڇڏيا آهن، اسانجي تهذيب ڇڙڪ هٽڪڙيون ۽ بيڙيون ٻڌجي، اسانکي مفلوج ۽ بيڪار ٻڌائي ڇڏيو آهي. ان ۾ پاڪستان جا حال ته توهانجي اڳيان آهن، ته ڪيترو نه انسان جسماني خودڪشي ۾ مبتلا آهي. دنيا جي 70 سيڪڙو دولت ته امريڪا وٽ آهي، جن جا مالڪ نيويارڪ جي ٽائيمس اسڪائر ۾ رهن ٿا. مون 2001 ۾ هڪ آڌي رات جو انهن گهٽين ۾ پسار ڪيو هو ۽ اتي ساري رات روشنيون، راڳ ۽ ناچ ۽ دنيا جي بهار ڏٺيم. دنيا جا وڏا ليکڪ، سائنسدان، فنڪار ته گهٽي ياڳي انهي محلي ۾ سڪونت پذير آهن. باقي دنيا هنن جي پيرن ۾ آهي ۽ اسان جا فيصلا اتي ٿين ٿا. اسانجي مقدس روس جي ڪميونزم جا فيصلا به انهي چمڪندڙ اپارٽمينس ۽ آفيسن ۾ ٿين ٿا. ذوالفقار علي ڀٽي کي ڦاسي ۽ ٻيا بين الاقوامي فيصلا توڙي گوربوچوف جا پرسترائيڪا (Perestroika) ۽ گلاسنوسٽ(Glasnost) اتي ئي لکيا ويا هئا.

امداد: تون ڪو نئون ساز ڇيڙ، نئون نياپو ڪڻ، الائجي ڪيترو بار تون ڪٽي سگهين ٿو. تنهنجي دنيا ۾، ٿر ۾ هڪ مهيني ۾ هزار بار بک ۽ بيماري سيلي اجل جو شڪار ٿين ٿا. غزا ۾ هڪ مهيني ۾ ڏيڍ هزار فلسطيني بمباري ۾ مرن ٿا، هزارين معذور ٿين ٿا، پيو ته ٺهيو آمريڪا جي دپاءُ ۾ اتر وزيرستان مان هڪ هفتي ۾ 10 لک ماڻهو اجاڙي گهرن مان ڪڍي لڏائي ڪئمپن ۾ رکيا ويڃن ٿا. جتي تنبن ۽ جهڳين ۾ ڪاڏو پيتو حاجتون، پاڻي، ٻارن جي تربيت، عورتن جي سنڀال، جهڙوڪ ڪلي آسمان هيٺ ٿئي ٿي. جتي جا هلڪا ٻار خودڪش جنگيتن سان مرن ۽ مارين ٿا. امداد، ڪٿي آهي، انسان کي جيارينڌڙ ڪميونزم جو نسخو ۽ معجون؟ آمريڪي بلاڪ جي ته صنعتي ۽ عسڪري قوت کي فرسٽ ورلڊ سڏيندا هئا ۽ ڪميونسٽ بلاڪ جي طاقت کي سيڪنڊ

ورلڊ سڏيندا هئا ۽ باقي اسان جهڙن بکين جي ٽرڊ ورلڊ هئي. تون هاڻي ڪٿي بيٺو آهين؟

توهان جون ضرورتون آهن، گهرجون آهن، اهي توهان جي هلت چلت تي ڪنٽرول ڪن ٿيون. اوهان کي غلام بہ بڻائين ٿيون، ڪئين اڳتي وڌجي جو اهي اوهان جون گهرجون ٿي، اوهان کي آزاد ڪن. تاريخ جا ليکڪ فرد واحد جي معاش ۽ ضرورت جي اوسر ۽ ارتقا ڪندي، ان جي سماجي ۽ اجتماعي زندگي تي اثر کان بي خبر رهيا آهن. مارڪس کان اڳ وارا فلاسافرتہ انهي خيال تي رهيا آهن، پر مارڪس خود بہ پنهنجي فلسفي جي ڏن ۾ بي خبر ۽ لاتعلق رهيو آهي. تہ هن جي مادي کي حد کان وڌيڪ اهميت ڏيڻ ڪري، هو انساني روحاني ۽ مانسڪ ضرورتن کان لاتعلق رهيو آهي.

رياست جي ۽ حڪومت جي وجود کي مارڪس سمجهايو آهي، تہ اها ڪنهن طبقي جي تحفظ لاءِ وجود ۾ ايندي آهي. پر ان جي برعڪس راءِ آهي تہ رياست ڪٽنب جي مجموعي صورت ۾ قوم طور هڪ مقدس شخصيت هجي ٿي ۽ آهي. جا انسان جي حفاظت ۽ آزادي جي رکوالي هجي ٿي، اڳي اهو راجا مهاراجا ۽ بادشاهہ هوندو هو ۽ هاڻي جمهور آهي. جيڪڏهن ڪا قوم پنهنجي ماحول تي قبضي ڪرڻ کان بيوس آهي، جمهوريت واري اليڪشن ۾ حصو وٺڻ ۽ ان موجب اڳتي وڌڻ جي لياقت نٿي رکي، تہ پوءِ هو آزاد ٿي رهي بہ ڪو نہ سگهندي ۽ سندس لاءِ غلامي جوئي طوق هوندو. دنيا جي تاريخ اهڙن مثالن سان ڀريل آهي، جنهن ۾ اهڙا طبقا ۽ قومون، وڏيڪ بهادر صالح يا ڪٽي چئجي تہ ظالمن ۽ ڏاڍن جي زير رهندا آيا آهن. ڇڙوڇڙ سوچ کي ڳنڍڻ لاءِ هربرٽ اسپينسر ٽي منزلون ٻڌايون.

(1) ڪامنسينس. Commonsense.

(2) سائنس. Science.

(3) فلاسافي Philosophy.

امداد سائين، تون پهريون ٻئي منزلون طئي ڪري فلاسافي تي پهتو آهين. انڪري ڪائنات کي ڪُل ۽ ٽوٽل سمجهندو آهين، جتي ڇڙوڇڙ ٽيل سياست، معاش ۽ مذهب گڏ هلي ارتقا جون منزلون طئي ڪندا، ڪچا ڦڪا خيال زوال پذير، عمل ڦٽا ڪري ڪم جهڙا مضبوط ترقي پسند ۽ اعليٰ عمل طرف سفر ٿيندو وڃي ٿو. ڪارل مارڪس اڳيان ڦڪو اوائلي دور جو هلڪو صنعتي انقلاب هو. اهو هاڻي وڏي ٽيڪنالاجي ۽ سرمائي ۾ گهٽو Skilled ماهرمزور جو دور آهي. لينن ۽ اسٽالن واريون حالتون بہ ناهن بچيون، سوويت روس جي زوال اسان لاءِ نوان چئلينج پيش ڪيا آهن، جن کي منهن ڏيڻ لاءِ تنهنجي جنرل سيڪريٽري جي منصب تي ۽ توهان تي ذميداري آهي. آئون جيڪر ان دور جي جدلياتي ماديت (Dialectical Materialism)تي لکان ها، پر اهو وري اوکو ڏکهو ۽ ڳورو فڪر تي پوي ها، جيڪو اڳتي وري ڪنهن ٻئي خط جي ذريعي اوهان تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪندس. هن وقت لينن، اسٽالن، خروشيف ۽ گربوچوف واريون تنهنجو ساڳيون ذميداريون آهن. ڇاڪاڻ تہ توهان هن وقت ساڳي پارٽيءَ جا سيڪريٽري جنرل آهيو.

جنهن دور تي لينن ۽ اسٽالن حاوي هئا، ان وقت هو ٻين فلاسافرن جي برعڪس ائين سمجهندا هئا تہ فلاسافر تہ رڳو دنيا ۽ انجي حالتن کي سمجهائين ٿا، پر سوال صرف اهو آهي تہ ڪيئن دنيا کي ۽ انجي حالتن کي بدلائجي. اسان اڳيان هن وقت اهو بہ سوال آهي تہ روس جو نومبر 1917 وارو انقلاب هڪ تاريخي حادثو هو يا هڪ سماجي انقلاب هو؟ جيڪڏهن روس جا عظيم ليڊر سماجي انقلاب جون روايتون قائم رکي ڪين سگهيا هئا تہ اسانجو ليڊر امداد قاضي ۽ سندس ٽيم ڪيئن هاڻي پوئين پساهن واري سوچ کي وري اُجاري سگهندا. هي ذاتي بهادري ۽ قابليت جي تاريخ نہ آهي، پر ساري عوام کي اجتماعي عمل لاءِ تيار ڪرڻ آهي. ڇا اسان توهان جي ليڊرشپ ۾ عوام کي نئين

جنگ لاءِ تيار ڪيو آهي؟ ڇا اسانجو عوام توهانجي ڪميونزم کي سمجهي، انجي نفاذ لاءِ ڪنهن قسم سان اوهانجو ساٿ ڏيئي سگهندو؟ توهان ڪڏهن انهي حالتن طرف ڌيان ڏنو آهي، تہ جيڪي ڪميونسٽ 1947 جي تقسيم وقت هندوستان جي مسلم اقليتي صوبن مان لڏي، مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ پاڪستان ئاهي، اتي لڏي آيا هئا ۽ ڪميونزم جا نظرياتي ۽ ذهني اڳواڻ هئا، تہ ڇا ان وقت هنن جي ذهن ۾ ڪميونسٽ سماجي تبديلي آڻڻ هو؟ يا اها مسلمانن جي هندوستان مٿان اقتدار جي حاصلات ۽ ان جو نفاذ هئو. ايڏي وڏي لڏپلاڻ ڪهڙي مقصد لاءِ هئي؟ ۽ ڪهڙو معاشرو قائم ڪرڻ لاءِ هئي؟ ڳالهيون اوهان آڏو واضع آهن. ڇا اوهين روشني ۾ حالتن کي ڏسندا يا حقيقت کان منهن موڙي، اڪيون پوري مولانا مودودي ۽ قطب شهيد جي بي عمل سياست، جي وهڪري ۾ وهي ويل سوچ کي، منهن ڏيئي مقابلو ڪرڻ جي سگهت رکندا هئا يا صرف ڪميونزم جي سحر ۾ ذهني عياشي ۾ مشغول رهندا آيا آهيو؟

سوويت روس جي ترقي ۽ ان ۾ روسين جون قربانيون ڪميونزم جي بچاءُ لاءِ هيون يا روس وطن جي دفاع، ترقي ۽ سڌاري لاءِ، قومپرست جذبي تحت هيون؟ ڇا اهو انقلاب روس جي يورپ واري ترقي ۽ جديد ٽيڪنالاجي ۽ سماجي اُٿڪ جو سياسي حصو هئو؟ يا اسان ايشيائي ۽ آفريڪي عوام جي جديد دور ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ۽ مدد ڪرڻ لاءِ هو؟ ۽ اهو اسان لاءِ ڪيتري قدر ڪارگر هو؟ روس جي 1917 واري ڪميونسٽ انقلاب ۾ اهو حساب بہ نہ ٿو لڳايو وڃي، تہ لينن جي اثر واري بولشيوڪ تحريڪ، روسي قومي جذبي کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هئي يا ڪميونسٽ پارٽي جي ليڊرن جي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ هئي؟ هي ڪو آئون ڪميونزم خلاف ڪيل تنقيد کان متاثر ڪونہ ٿيو آهيان، پر روسي عوام جي انقلاب کي مدد ڪرڻ واري سوچ جو تجزيو ڪرڻ طرف آيو آهيان. ڇا اسان لاءِ ڪميونزم جي عمل ۽ خيالن جي وهڪري کي سمجهڻ جو

وقت اچا ڪين آيو آهي؟

قاضي صاحب، اوهان جي حيثيت وارن ڪميونسٽ نظريئن جي پڪيڙ تي تہ ڏيان ڏنو آهي، پر ڇا زميني حقيقتن کي نظر انداز ڪرڻ کپي؟ اسان وٽ هن وقت آئيڊيل (Ideal) بہ آهي ۽ نظريو بہ آهي. ڇا عمل جي قوت آهي؟ جو موجوده عوام دشمن طاقتن جي رخن کي سمجهي، اڳتي وڌڻ جي سگهه رکي سگهون.

هن وقت جي جديد دور جي بحران، ۽ پيش ايندڙ خطري جو توهان اندازو لڳايو آهي، ان لاءِ سئزرلينڊ جي جنيوا ڍنڍ لڳ ريسٽورنٽ ۾ ڪافيءَ جي ڪوپ تي سوچيل لينن وارا ساڳيا حل هاڻي ڪم ڪين ايندا. هي جو مذهبي نشي ۾ مسلمان، انڊونيشيا کان، ملائيشيا کان، هندستان کان، پاڪستان کان ٽيندو نائين اليون تائين وارو اٿيو آهي. غزا جا بم برداشت ڪري ٿو ۽ اهو بحران ڪهڙي طرف رخ ڪري ٿو يورپ ۽ آمريڪا جا دانشور دنيا کي ڪنهن دوراهي تي مُنجهي بيٺل ڏسي ٿو هو جو چومسڪي لکي ٿو. ان ساري معاملي تي توهان کا رپورٽ گهڙي آهي تہ اسان ڇا ڪيون؟ بيا ڇا ڪن؟ ۽ ڪيڏانهن پيا گهلبا وڃون؟.

اسانکي روس جي نومبر 1917 جي انقلاب کي صرف لينن ۽ اسٽالن 1953 کانپوءِ جي ڪميونسٽ حڪومت جي دور تي نظر رکڻ سان گڏ ان کان اڳ ۽ پوءِ جي حالتن کي بہ ڏيان ۾ رکڻ کپي. روس ۾ 1917 کان اڳ مختلف شهنشاهن جي دور ۾ بہ انقلابي تحريڪون هليون هيون، 1917 وارو انقلاب ڪو روسي تاريخ جو تسلسل نہ آهي، پر اهو يورپي فڪر جو نتيجو آهي ۽ لڳي ٿو تہ اِهو روسي قومي سوچ مطابق ڪين هئو.

قاضي صاحب، هاڻي بہ توهان جو انقلاب بہ پاڪستان ۽ خاص ڪري سنڌ جي تاريخ جو تسلسل هجڻ گهرجي ها، نہ ڪ يورپ ۽ روس جي حالتن، سماج ۽ معاشيات مطابق.

توهان جيڪڏهن نظريئن کي، سڀني حقيقتن کي بنا سمجهڻ جي استعمال ڪندا تہ لينن جي وڏي ڀاءُ اليگزنڊر وانگر ڦاهي ڪائي ويندا، پر "ولاديميرالياف جو پوءِ لينن" جي نالي سان مشهور ٿيو وانگر بحران ۾ انجي اوسر لاءِ انتظار ڪندا، صحيح وقت لاءِ تحريڪ منظم ڪري ويندا ۾ نئون مارڪسزم گولي ويندا تہ شايد ڪامياب وڃو. اُن لاءِ اسٽڊي سرڪلون هُئڻ کپن ۾ معاملي تي گهڻ رخي ويچار جي ضرورت آهي. توهانکي خبر هوندي تہ سائنس ۾ پارٽي جي اصولن ۾ تمام وڏي وڇوٽي آهي. مذهب جي روحاني دنيا جون لذتون، هن دنيا جي آسودگي کي بي معنيٰ بڻائين ٿيون. جيئن تہ بحران ڪيترو بہ گهرو هوندو انقلاب ازخود ڪين اچي سگهندو. ان لاءِ منظم پارٽي جو ضرورت هوندي آهي، الائجي توهان جي ڪيتري منظم ڪيل پارٽي آهي ۾ انجي سيڪريٽري جنرل وٽ ڪيتري علم ۾ عمل جي قوت آهي ۾ تجرباتي تجزيا ڪري سگهيو آهي. لينن جي ڦوڪ ڏيڻ سان، اعلان ڪرڻ سان يا برلن کان جرمن جي مهيا ڪيل ريل ۾ چڙهي روس پهچڻ سان تہ انقلاب نہ اچي ويو هئو. هو صدين کان زيرزمين انقلابي تحريڪن، ڪارخانن جي ورڪرن جي تنظيمن، انقلابي ليڊرن جي اجتماعي ڪوشش کي ڪنو ڪري زار جي پيٽروگراڊ واري سياري جي محل تي حملو ڪري، ڪميونسٽ لينن جي قيادت ۾ ڪامياب ٿيا هئا. لينن هڪ ڪتاب 1902 ۾ لکيو هو "هاڻي ڇا ڪيون"؟ اهو ضرور توهانجي مطالعي هيٺ آيو هوندو.

روس جي انقلاب جي تحريڪ زار (پيٽر پهريئن)کان شروع ٿيل، سمجهي وڃي ٿي، جا آڪٽوبر 1917 ۾ لينن منزل تي رسائي. جنهن ۾ ان کي هر طرف کان مدد ملي هئي.

خيال اهو بہ آيو اٿم، تہ توهانکي تفصيل سان ٻڌايان تہ منهنجي ذهن ۾ ڪميونزم ڪيئن داخل ٿي ۾ مون ان مان ڇا پرايو ۾ ڇا ڪنيو ۾ ڇا نہ ڪنيو. آئون جنهن گهر ۾ پيدا ٿيو هوئس ۾ جتي منهنجي اوائلي

تربيت ٿي هئي، اتي ڌرم، مذهب، سياست، واپار ۽ وٽج ۾ زندگي جي هر دور ۽ مرحلي ۾ اخلاقي اصولن ۽ ضابطن جو پابند ٿي رهڻو هئو. ڌرم گروئن جي پوئلڳي ۽ شهر جي وهنوار ۾ نقصان قبول ڪيو ويندو پر اخلاق ۽ سچائي کي ڪين ڇڏي سگهبو هئو. جڏهن مون بي اي آنرس پاس ڪري M.A ۾ داخلا ورتي، اتي بہ مون Ethics جي مضمون تي تحقيقي پيپر تيار ڪيو هئو. جيئن ئي مارڪس ۽ لينن بابت ڪاليج ۾ بحث ٿيندا هئا ۽ ڪميونسٽن جا سيل هلندا هئا، تہ انهن جي مطالعي جو مون تي هڪ طاقتور اثر ٿي اُپريو ۽ منهنجي اڳيان تاريخ ۽ سياسي معاملا چٽا ۽ صاف ٿي ظاهر ٿيا. هنن فلسفي ۾ سماجي اوسر معنيٰ واري ۽ ڪارگر ٿي ذهن ۾ ويٺي. مون محسوس ڪيو ڪهڙو نہ سماج جي ارتقا جو سائنسي سلسلو سمجهہ ۾ آيو مستقبل جي ڊنڊلائپ ۽ اَبهام صاف ٿي چٽا ٿي بيٺا. انصاف ۽ دولت ۽ ڏاڍ جا وڏيل ويچا ظاهر ٿي بيٺا. اسانجي ڳوٺ مِٺي، جو هاڻي هڪ شهر ٿي پيو آهي، ان ۾ بجير، پنچارا، ميگهواڙ پائرن وانگر لڳندا هئا. توڳو بجير ۽ واگهجي ميگهواڙ منهنجا چاچا هئا. توڳي بجير جي گهر واري نيامت تہ مونکي ماءُ جو ساءُ ڏنو ڇاڪاڻ تہ منهنجي ماءُ ٻن سالن جي عمر جو هوس تہ وفات ڪري ويئي هئي. جڏهن ڪاليج جي دور ۾ 1945 ۾ مون تي روس جا ٻي جنگ عظيم Second World war ۾ بهادري جا ۽ غريب جي حقن جي حاصلات جا ڪارناما بي حد اثر رکندا هئا. پر پوءِ بہ اسانجي ڳوٺ جا ڪانگريسي سياستدان چوندا هئا، تہ روس موقعي پرست آهي ۽ ڪميونسٽ انگريز سان سلهاڙيل آهي. ڇاڪاڻ تہ انهي جنگ ۾ روس انگريز جو ساٿي بنيو هو ۽ جرمن آريہ نسل وارا هندو ويدڪ ڌرم سان، لاڳاپيل سواستيڪا جي نشان وارا هئا. پر روس جو سوويت ڪميونسٽ انقلاب، ايترو تہ اثر پذير هئو جو هن جي شعاع کي وسائي ڇڏڻ مشڪل هو. هنن پنهنجي ڪيل سڌارن، غير جمهوري قدمن، ڊڪٽيٽر رانا، ڏاڍ جي باوجود، نئين تاريخ جوڙي هئي. هنن انسان

جي عظمت، جيڪا بادشاهي ۽ سرمائيدارانہ ڦرلٽ کي ختم ڪري، هڪ نئون تمدن، ڪلچر، معاشي ۽ سماجي نظام نافذ ڪيو. جنهن سبب يورپ جون بيٺڪي (Colonial) قوتون جٽڪ لرزي ويئيون ۽ مظلومن جا چهرا چَمڪي اُٿيا. غلام ملڪن جي آزادي جون تحريڪن ۾ نئون ساهہ پئجي ويو.

جيئن تہ منهنجي ذهن ۾ انسان جي آزادي ۽ انهن جي شخصيت جو احترام شامل هو تنهنڪري اهو نظام نافذ ڪرڻ لاءِ جيڪو جبر يا Regimentation استعمال ڪيو ويو هئو ان سبب منهنجي انسان جي آزادي بابت جذبن ۾ خلل پيدا ٿيندو رهيو ۽ ائين لڳندو هو تہ انهن جي ايتري تڪڙ ۽ جبر مناسب نہ آهي. پر شايد ڪميونزم لاءِ آزادي جي جذبي کي روڪڻ ئي، انساني نجات حاصل ڪري سگهڻ لاءِ ضروري هو. مون جيستائين B.A. Hons ۽ LLB پاس ڪيا، تيسين اهي خدشا منهنجي ذهن ۾ قائم رهيا. آئون جيتوڻيڪ محترم نورالدين سرڪي صاحب جي سيل جو ميمبر هوس، ننڍيا وڏا تحريڪ ۾ ڪم ڪندو هوس، پر ڪميونسٽ پارٽي جو ڪارڊ هولڊر ميمبر ٿي ڪين سگهيس. جيتوڻيڪ باقائدگي سان بندر روڊ تي پارٽي آفيس ۾ قابل احترام جمال الدين بخاري جون علمي ڳالهيون ڏيان سان ٻڌندو هوس. انهي هوندي بہ مونکي انقلاب ۾ اميد ڪان ڏسڻ ۾ ايندي هئي، پر ٻيو ڪو رستو بہ ڪونہ هو. پر سماج، انجي اوسر، ان جي عمل، رد عمل جي باري ۾ نظريا ۽ فلسفا سمجهہ ۾ آئيا ٿي. اها خبر پيئي تہ سماج جا ارتقائي عمل مرحليوار اوسر ۽ ترقي جي نڪتن جو سلسليوار ظهور ڪيئن ٿو ٿئي. اهو بہ سمجهہ ۾ آيو تہ مسئلو ڇا آهي؟ مفروضو ڇا آهي؟ دعوي ڇا آهي؟ (Thesis) ڇا آهي؟ ٻن نڪتن ۾ فرق ڪهڙو آهي، Antithesis. مخالف خيالن جو جوڙ يعني خيالن جي پيوندڪاري Synthesis ڇا آهي؟ سبب، ڪارڻ ۽ نتيجي ۾ Cause effect ۾ لاڳاپو ڇا آهي؟ علم منطق جدليات راين جي صداقت پرکڻ جو فن

Dialectics ڇا آهي؟ تضادن جي تفتيش ڪئين ڪجي؟ عمل ۾ سگهه ۽ مادي حرڪت ڇا آهي؟ باهمي عمل Interaction ڇا آهي؟ طبعيات (Physics) ۾ ائٽم ۽ زير ائٽم جو هڪٻئي تي ڪهڙو اثر آهي؟ اهو ڪيئن موثر ڪجي؟ ارتقائي عمل، مرحليوار اوسر Evolution ڇا آهي؟ ۽ ائين چئجي ته اسان جو اندازِ فڪر حڪيماڻو ۽ دانشوراڻو هئو.

اسان جي سنڌ يونيورسٽي جيڪا ان وقت پراڻي ڪئمپس (وديالبه هاءِ اسڪول جي بلڊنگ) ۾ هئي، اتي جرمني مان Ph.D. حاصل ڪري آيل پروفيسر هوندو هئو. اهو عجيب ڳالهيون ڪندو هو. جڏهن هو ان وقت جي وائيس چانسلر آءِ آءِ قاضي جي اثر هيٺ آئيو ته فلسفو ته وسري ويس رڳو مذهب جون ۽ اسلام جون ڳالهيون ڪندو هو ۽ مون انجي ڪلاس ۾ حاضر ٿيڻ بند ڪري ڇڏيو. ڪميونزم جون ڪي ڳالهيون ته مونکي سمجهه ۾ ايندڙيون هيون ۽ قبول ڪندو هوس، پر آئون ان تي عمل ڪرڻ کي ممڪن نه ڄاڻي صرف نظرياتي سوچ ۾ محو ٿي ويس، مونکي لڳو ته مادي ۽ ذهني ڪشمڪش جي ڳالهه منهنجي سمجهه ۾ ڪين آئي. منهنجي دعويٰ هئي ته انهي حلقي ۾ اخلاقيات جو فقدان آهي. ڇاڪاڻ ته منهنجي خيال ۾ جيڪي قدر Values هئا، ان موجب مون لاءِ هنن جي تحريڪ ۾ گڏ ڪم ڪرڻ مشڪل هئو يا ائين چئجي ته مون پنهنجي پاڻ کي انهن جي لائق ڪين ٿي سمجهيو. ان وقت مون لاءِ اهو بہ بندوبست ٿيو هئو ته جيئن فلاسافي ۾ Ph.D. ڪرڻ لاءِ روس وڃان. ان لاءِ هتان ڪراچي مان سري لنڪا وڃڻو هئو جتان ايروفلوٽ جي ڪمرشل فلائيٽ ۾ بنا پاسپورٽ تي ويزا لڳائڻ جي روس روانو ٿيڻو هئو. جنهن لاءِ مون کي همٿ ڪين ٿي ۽ آئون اهڙي طرح آئون پارٽي جي زيرزمين ونگ کان جدا ٿيندو ويس، پر منهنجي ذهن مان ڪميونسٽن جي عملي روشني جي منڊي ڪين ٿي.

مونکي ٻاهر نڪري ائين محسوس ٿيو تہ انسان هن ڪائنات جي اسڪيم جو هڪ حصو آهي. فلسفو سائنس، ٽيڪنالاجي، سماجي علم ۽ خود قانون بہ سماجي اوسر جو حصو آهن. ان ۾ انسان جو عمل ايترو نہ آهي، جيترو ڪامريڊ چون ٿا.

پر قاضي صاحب، آئون اڃا بہ ڪميونسٽن ۾ اميد رکي ويٺو آهيان تہ جيئن منهنجا شڪ دور ٿين.

مون پنهنجي ذهن مان، ماضي جا ڪيترائي ڀاري نقطا ڪڍيا آهن. تاريخ جي عظمت جو بار ۽ پڙ نواڻ اختيار ڪرڻ مشڪل هجي ٿو. مون هندو ۽ مسلمانن ٻنهي فرقن ۾ پراڻي تاريخ جو ڳورو بار ڪڍيو ڪري، ذهن کي نوان خيال ۽ نيون سوچون، اختيار ڪرڻ لاءِ جڳهہ ڏيڻ مناسب سمجهيو، هاڻي تہ ڪميونسٽ بہ انهن جي تاريخ کان بہ ڳورو ماضي جو بار کنيو وتن، ايترو علم جو، نظرين جو، وزن تنهنجي ذهن تي آهي، الائجي ڪيترو تون، اهو جنرل سيڪريٽري جو منصب نڀائي سگهندين؟

شال سدائين شاد هجين، اڳتي وڌين، تون اونهي سمنڊ ۾ گهڙيو آهين، اسين ڪناري تي بيٺل آهيون، کهڙا موتي، لال ڪڍي موٽندين ان لاءِ انتظار ۾ آهيون.

اوهان جي نيازن ۽ پيارن سان
فقط
روچي رام

**خط چوٿون.**
8 سيپٽمبر 2014.
**ڪراچي**

# ڪميونزم جو فلسفو ۽ نيون راهون

پيارا امداد قاضي صاحب.

هن کان اڳ موڪليل خط ۾ مون موضوع جي نامناسب سبب ۽ طوالت کان بچڻ لاءِ ڪميونزم جي اهڙي اهم ترين فلسفي يعني جدلياتي ماديت (Dialectical Materialism) تي لکڻ کان پاسو ڪيو هئو پر هاڻي آئون اِهو ضروري ٿو سمجهان تہ جدلياتي ماديت جي فلسفي کي اڄ جي حالات موجب سمجهڻ ۽ ان جو ڇيد ڪرڻ ضروري آهي، جنهن لاءِ هن خط ذريعي آءٌ پنهنجا خيال اوهان ڏانهن ارسال ڪري رهيو آهيان.

## جدلياتي ماديت (Dialectical Materialism).

ڪميونزم سان واسطو رکندي اسان فلسفي جي علمي ۽ عملي پهلو کي ويجهو ٿياسون. ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينجلز جا نالا ٻڌندا هئاسون ۽ انهن جي تحقيق، ڳڻ ڳوت ۽ اخذ ڪيل نتيجن، کي

صحيح سمجهڻ ٻڌ هئاسون ۽ انهن جي سوويت روس جي نظام تي پروسو رکي، انهن جي مدد سان، اسان پاڻ وٽ، اهڙي انقلاب ۽ نظام لاءِ 1917 کان 1991 تائين پتوڙيندا رهياسون. 1917 ۾ ڪميونزم روس ۾ انقلاب آندو ۽ پنهنجي رياست جنهن کي USSR يونين آف سوشلسٽ سوويت ريپبلڪ نالو ڏنائون. جنهن جو انت 1991 ۾ آندائون. هاڻي امداد صاحب، اسين ۽ اوهان ڪٿي پهتا آهيون ۽ بيٺا آهيون، اچو تہ ڀهريائين ڪميونزم جي فلسفي ۽ آدرشن تي ويچاريون.

اسين تہ ڪميونسٽ Utopia جي سحر ۾ وچڙجي وياسون، ڄڻڪ هن ڌرتي تي اها ئي جنت آهي، جتي هر شي ڪامل ۽ ڪمال جي آهي، جنهن کان هر سرمائيدار ۽ سامراج ڪَنُ هڻي تو ۽ غريب غلام، پيڙهيل ۽ پورهيت سرهو ٿئي تو.

اسان ڪميونزم جي خوبين ۽ خامين ٻنهي تي دل لڀائيندڙ ۽ پرتڪلف ٻولي ۾ منافقت ۽ مبالغي، سان ثنا ۽ ساراهہ ٻڌندا آيا آهيون. هاڻي اتي پهتا آهيون، جتي خود سوچڻ شروع ڪيو اٿئون، تہ آخر اها ڪميونسٽ فڪر ۽ ڪميونزم جا ديوتا ڪير آهن ۽ هاڻي ان جي اصل ۽ سچي ساخت ۽ جنس ڪهڙي آهي؟

## ڪميونزم ڇا آهي؟.

ڪميونزم جو ڏکئي ۾ ڏکيو فلسفو سو آهي جدلياتي ماديت، تاريخي ماديت جنهن جو تفصيل سان ذڪر ڪندس. جيئن اهو سڀ آساني سان سمجهي سگهون.

ڪيترن فلاسافرن ۽ دانشورن اعتقاد بدران، منطق تي پروسو رکيو آهي، في الحال ٻن جرمن فلاسافرن هڪ امينيوئل ڪانٽ Emanuel Kant (1724 ـ 1804) ۽ ٻيو جارج وليم فريڊرڪ هيگل Gorge William Fredrik Hegel (1770ـ 1831) کي جوئي بيان تو ڪيان، گهڻو ڪري اهي فلاسافر دنياوي ۽ ظاهري حقيقت ۽ بيروني روحاني

دنيا بابت جون ڳنڍيون ڦولهيندا ۽ ڳوليندا رهيا آهن. فلسفن جي ڳوڙهي ۽ ڳوري بحث ۾ الجهڻ بدران هڪ سياسي ورڪر جي ليول تي فلسفو بيان ٿو ڪيان، جنهن تي اڄ تائين فلسفي جي حلقي ۾ ذڪر ٿيندو آيو آهي. دنيا، فطرت، مادو انسان، انجي سماج، سائنس ۽ هي اسان جا خيال هميشه بدلجندا پئي آيا آهن. جيئن دور اڳتي وڌندو رهيو ته ماضي، حال تي ۽ حال، مستقبل تي، نه رڳو اثرانداز ٿيندا آيا آهن، پر هڪٻئي جو تسلسل ٿيندا پئي آيا آهن. جڏهن پراڻا خيال پراڻا ٿين ٿا، ته نوان اُپجن ۽ سرجن ٿا. جيڪڏهن خيال پراڻا تي تا وڃن، بيوس، بي معنيٰ ۽ بيڪار بنجيو پون ته پوءِ اُهي بدبو ڪندا آهن. ان وقت نئون سان جوڙڻ جي ضرورت ٿئي تي. سو يورپ ۽ خاص ڪري انگلينڊ ۾ نئين صنعتي انقلاب جي اچڻ سان ان ڪان پراڻا خيالن جا وهڪرا بي معنيٰ تي ويا هئا ۽ انڪري صنعتي شعبن ۾ ڏاڍ ۽ ظلم روان هو. ان وقت ڪارل مارڪس، نئين سوچ جو دروازو کوليو ۽ انکي ڪميونزم جو نالو ڏنائون. اها ڇا هئي؟ هيگل موجب منطق جدليات Dialectics جا ڪائنات جي هر تخليق ۾ ٻه ڇيد ڳولي ڪڍيا. هڪ اثباتي ۽ ٻيو انجو منفي. هر وقت انهن جي هڪٻئي سان مرڪب Synthesis ٿيڻ سان با اثر، متحرڪ ۽ با قوت عنصر جڙن ٿا. ائين هي حياتي ذاتي يا اجتماعي طور روان دوان ٿئي تي.

طبعي Physical سائنس، توڙي سماجي سائنس Social Science، ٻه انهي مرڪب Synthesis سان انهي جاڻ ۽ عمل سان اڳتي وڌي تي. مخالف حصو ئي اثباتي سيل کي جوڙي سلامت رکي حرڪت ۾ اچي ٿو. سائنس ٻه انهي نموني ۽ انقلاب ٻه انهي نموني نمودار ٿي اسانکي وڪوڙي وڃن ٿا. جيستائين انسان کي انهي سائنس جي اصول جي خبر ڪين هئي، ۽ جيئن ئي انسان جي جاڻ ۾ اضافو ٿيو ته ترقي ڪندو اڳتي وڌندو ويو. پر انهي سوچ کي ڪميونسٽ سوچ ايترو ته تکو ۽ تيز ڪيو جو هڪ عظيم انقلاب جو ظهور ٿيو. جنهن پارٽي جو

تون هينئر جنرل سيڪريٽري آهين، هاڻي اهو ڪميونزم ننڍ ۾ پئجي ويو آهي، پوڙهو ٿي، ڪمزور ٿي ويو آهي. ان لاءِ نوان خيال، نوان حل ڳولڻ گهرجن، تون الائجي ان لاءِ ڪوشش ۾ آهين يا نه؟

هاڻي ته سپ 1776 واري آدم سمٿ (Adam Smith) جي ڪتاب قومن جي دولت (Wealth of Nations) طرف به رجوع ٿيون ٿا، جنهن تي ڪارل مارڪس جي ڪتاب Das Capital وانگر، معاشيات Economics تي هڪ ڪلاسڪ لکيو هو. اهو توهان مطالعو ڪري ڏسو ته انسان جي وجود سان گڏ هن ۾ شيون ٺاهڻ، انهن کي گهڙڻ، انهن کي وڪڻڻ، دولت ڪمائڻ جا نڪتا بيان ڪيل آهن. مال پيدا ڪرڻ، پئسن جو وجود ۾ اچڻ، اهي ڳالهيون ويچارڻ جي ضرورت آهي. توهان جي هٿ ۾ 1000 جو نوٽ آهي، اهو شاگرد لاءِ، مزدور لاءِ، عورت لاءِ، نوڪر لاءِ، سيٺ لاءِ، ڪارخانيدار لاءِ ساڳي قيمت جو هجڻ جي باوجود جدا جدا معنيٰ رکي ٿو. هڪ ماڻهو لاءِ پوري مهيني جي ماني مهيا ڪري ٿو ته ٻئي لاءِ مئڪڊونالڊ تي هڪ ڪافي جو ڪوپ، جنهن ۾ هڪ ڪافي جو چمچو هڪ کنڊ جو هڪ کير جو چمچو ۽ ڪوپ گرم پاڻي جو ملن ٿا. ائين توهان ڪيترين ئي تشبيهون بيان ڪري سگهو ٿا. دولت ڪيئن ٿي جڙي، ان لاءِ ڪير، ڪيترو پگهر ٿو وهائي، ڪيترو رت ٿو ڪپائي ۽ ان جي معنيٰ جون هزارين تشبيهون آهن. اهو جو ڪرنسي جو نوٽ آهي، اهو لکين، هزارين، ڪروڙين، اربين انسانن لاءِ جيل جو ۽ غلامي جو وارنٽ هجي ٿو. بئنڪ جي ڪريڊٽ ڪارڊ سان لکين ڊالر نڪرن ٿا، ڪٿي ڪجهه ڪين ٿو نڪري، سوال آهي ته ڪارڊ ڪنهن جي هٿ ۾ ڪيئن آيو آهي، هڪ ئي Pattern ۽ Size جا هڪ ئي بئنڪ مئنيجر جا صحيح ڪيل ڪارڊ آهن. آئون توهانکي ياد ڏياريان ته نالي واري ايڪانامسٽ آدم سمٿ، هڪ سڄو باب 10 صفحا پئسن ۽ سڪن، نوٽن، چيڪن، هنڊين جي بنياد انهن جي گهڙجڻ وجود ۾ اچڻ ۽ استعمال ۽ قيمت تي لکيو آهي، اهي سمورا

علم پڙهي پوءِ ئي تہ ڪارل مارڪس پنهنجي ٻن جلدن ۾ ڪتاب سرمايو (Das Capital) لکيو هو.

پر ڪميونزم جي سمجهڻ لاءِ ٻہ ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻيون آهن، تہ ڪميونسٽ فلسفو ذاتي ملڪيت حاصل ڪرڻ، ان کي ميڙي رکڻ ۽ جمع ڪرڻ جي خلاف آهي. انهي لاءِ تہ پهريون اصول آهي سمورا ڪارخانا ۽ پيداوار جا ذريعا قبضي ۾ وٺي، قومي ملڪيت ڪيا وڃن. لينن کان گهڻو اڳي 1755 ۾ فرينچ دانشور ڪتاب لکيو هو Le Code de la Nature ان ۾ ڄاڻايل آهي تہ "وڏي ۾ وڏي بڇڙائي آهي، هرس، لوڀ ۽ لالچ. جن مان خرابيون پيدا ٿين ٿيون، جيڪي آهن خودنمائي (Vanity)، غرور (Conceit)، وڏائي (Pride)، وڏماڻهپي جي خواهش (Ambition)، دوکو (Deceit)، بڇڙائي (Villainy) جيڪي اسان جي نفسيات ۽ سچائي کي ڪيڏي ڦٽو ٿيون ڪن ۽ انسان رحمدل بدران ظالم بڻجي وڃي ٿو. اها تہ علمي حلقن ۾ عام معلومات آهي، تہ قبل مسيح ڪميونزم جو اول ذڪر، افلاطون (Plato) پنهنجي استاد سقراط جي ڊائيلاڪ ذريعي ڪيو آهي. هڪڙي انگريز ليکڪ Richard Pipes لکيو آهي، تہ ائين ڪرڻ سان ئي سماج ۾ امن قائم ٿيندو انهي ساري مفروضي موجب، انسان بنيادي طرح سچو لائق ۽ سنو ٿي، جمي دنيا ۾ آيو آهي. پر ان جي برعڪس جان لاڪ John Lock 1960 ۾ چيو تہ انسان جو وجود ايترو نيڪ ناهي، پر انسان جو دنيا ۾ اچڻ سان لالچ ۽ حوس ۾ پرجي وڃي ٿو تنهنڪري مٿس تعليم ۽ حڪومت جو ڪنٽرول هجڻ لازم آهي.

جڏهن 19 صدي ۾ ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينجلز ميدان ۾ آيا، تہ هنن چيو سمورا انسان برابر آهن، هنن "سائنٽيفڪ سوشلزم" جي ڳالهہ ڪئي، ۽ ذاتي ملڪيت جي مخالفت ڪئي. هنن انسان کي، هيٺين ليول کان ارتقا جي فطري اصولن موجب آڻڻ جو چيوءِ جيڪو ڪم ڪميونسٽ پارٽي ڪندي، ان کي مارڪس "تاريخي جدليات"

سڏي ٿو هن ائين بہ چيو تہ سرمائيداري نظام مان سوشلسٽ نظام اسرندو ۽ اڀرندو ۽ ان ۾ ڪو شڪ شهبو نہ آهي، اتي اهو لکي وڃان تہ سوشلسٽ نظام پارٽي طرفان مٿان کان ٺاهيو ويو هئو. اهو جمهوري طرح سان عام ماڻهو جي ذات ۾ اپاري، اجتماعي جهد سان ڪامل نہ ٿي ٿيو. جديد دور جي دانشورن مارڪسزم ۾ اهو نُقص ۽ خامي ڪڍي آهي، جيڪا سوويت روس جي زوال جو هڪ ڪارڻ بہ آهي. سوال آهي، تہ انجو جواب اجا ناهي مليو تہ ترقي مان علم ۽ دانش ٿا نهن يا علم ۽ دانش سان ترقي ٿي ٿئي. ڇا اهي ئي تصور گڏجي ڪا ڪاميابي حاصل ڪري سگهندا؟ ان جو جواب امداد سائين توهان پاڻ ڳوليو. مارڪسي توڙي ڪميونسٽ تنقيد پسند ڪين ڪندا آهن، مارڪس چيو هو "تنقيد سرجن جو هلڪو ننڍڙو چاقو ناهي جو جراحي ڪري ٿو پر ڪاسائي جو ڪات آهي، جو اصل کي صفا ناس ڪري ٿو." پر هاڻي امداد تون تہ انهي دور مان مٿي نڪري آيو آهين جو تنقيد بہ برداشت ڪري سگهندين ۽ مڃي بہ سگهندين. ڪميونزم ۽ روسي ڪميونسٽ انقلاب 20 صدي جي وڏي قوت ثابت ٿيا، جنهن بنا موڙي واري محنت ڪش جنهن کي پروليٽيريئٽ (Proletariat)سڏجي ٿو ان کي حڪومت جو مالڪ بڻايو ۽ انهن جي ڊڪٽيٽرشپ ڄاڻائي، پارٽي سموري حڪومت ۽ پيداوار جي ذريعن تي حاوي رهي. ڇا اسين هاڻي اهو سوال اٿاري سگهون ٿا، تہ ڪميونزم جي ناڪامي، پارٽي وارن حڪومت ڪندڙن جي غلطين جي ڪري ٿي يا خود ڪميونسٽ فلسفي ۽ انجي Thesis ۽ فڪر ۾ خامي هئي؟ يا ائين چئجي تہ انهن پنهي سببن کان سواءِ بدلجندڙ حالات ۽ سوچ لاءِ، بدلجندڙ دنيا لاءِ، نون مسئلن پيدا ٿيڻ ڪري، نئين سوچ ۽ نئين حڪمت عملي جي ضرورت هئي. جيڪا آپيشاهي ۽ ڊڪٽيٽرشپ جي ڪري تبديل نہ ٿيڻ ڏني وئي ۽ نوان خيال داخل ٿيڻ نہ ڏنا ويا، ۽ پاڻي بنا وهڻ جي ۽ هڪ هنڌ بيٺل هجڻ ڪري بدبودار ٿي ويو جڏهن

نوان خيال ۽ آزاديون Prostrate ۽ Glasnost نالي ۾ هلايون ويون، تہ روسي سماج ان وقت جو ۽ پارٽي جو ڍانچو نئين آزادي ۽ نون خيالن جا بار کڻي ڪين سگهيو. خيال ۽ سوچ جيتوڻيڪ صرف تصوراتي آهن، پر انهن ۾ وڏو وزن ۽ اونهائي بہ هجي ٿي. ائين بہ ٿيندو آيو تہ سوويت روس ٻين سرمائيدار حڪومتن کي ڪيترين سهولتون ۽ رعايتون بہ ڏيندو آيو هو. اهو پڻ عيان آهي تہ سرمائيدار حڪومتن وارن، هڪ عوام دوست فلاحي رياست Welfare State جو عمل شروع ڪري ڏنو هئو، جيڪو روس ۾ گهٽ ٿيندو رهيو.

راڳ (سنگيت) ناچ ۾ هڪ ناٽڪ جو سين ڏيکاريندا آهن، جنهن کي اوپيرا (Opera) سڏين ٿا. سو اٽلي ۾ ان جي مشهور فئشسٽ Fascist ليڊر مسولني تي ٺاهيل آهي، تہ هو 1920 ۾ هڪ مجسمي ساز وٽ ويٺو آهي، اهو آرٽسٽ لينن آهي، جو جيئرن انسانن کي گهڙي، سڌاري رنگي، مٿيرو انسان بڻائڻ چاهي ٿو. ان جي پرسان پيا مصور بہ ويٺا آهن. جيڪي وري لوهہ پٿر، سنگ مرمر ۽ گرئنائيٽ مان انسان جو مجسمو گهڙي رهيا آهن. هر ڪو پنهنجو مجسمو ٺاهي ويو، پر لينن 1920 کان وٺي 1991 تائين انسان کي گهڙيندو رهيو، پر ڪامياب ڪين ٿي سگهيو ۽ هن اهو قبول ڪيو تہ انسان لوهہ فولاد، پٿر، سنگ مرمر ۽ گرئنائٽ کان بہ سخت جان آهي. ڪو بہ ليڊر ان تي پنهنجي هٿيارن، اوزارن ۽ سازن سان زوري پنهنجي سانچي ۾ جوڙي ڪين سگهندو سمائي ڪين سگهندو. امداد سائين شايد تون بہ ڪي انسان جوڙي سموهي ۽ سينگاري رهيو آهين.

مونکي جواني جي شروع ۾ ٻن طرفن کان نياپا مليا. هڪ منهنجي ديارام گدومل نيشنل ڪاليج حيدرآباد جي ڪلاس ۾ گڏ پڙهندڙ شانتي ڪرپالاڻي کان ۽ ٻيو آسن اتم چنداڻي، ڪميونسٽ پارٽي جي ڪارڊ هولڊر ميمبر کان. پهرين ذڪر ڪيل جو پورائي جي پل وارو جواني جي جنون ۾ عشق جو پيغام ۽ ٻئي کان ڪميونسٽ پارٽي ۾

شريڪ ٿيڻ جو. آئون پنهنجي طرف ڇڪبو ويس، شانتي سان شادي ڪرڻ جا خواب ڏسندو هوس، هو بہ همتائيندي هئي. آسن اتم پڪو انقلابي هو منهنجو خاص دوست هو. ڪاليج جي مئگزن ڦليلي جي ايڊيٽرشپ لاءِ اليڪشن ۾ بيٺو هو ۽ جنهن RSS جي مقابلي ۾ اها سيٽ کٽي هئي. آئون انهن پنهنجي هستين جي پيار ۾ جڪڙجي ويو هوس.

اهو جولاءِ 1947 جو مهينو هو. مٺي مان خبر آئي تہ ٿر ۾ خوب مينهن وسيو آهي. آگم ٿيا آهن. پلرجي پالوٽ ٿي آهي. گسن تي گاهہ ٿيندا هاري هر سنڀاليندا. پٽن ۾ ڪستوري جهڙي خوشبو ٿيندي. سنگهاريون سرهيون ٿينديون، جهڙ جي جهونگار، قلب تان ڪٽ لاهيو ڇڏيندي. سو بنا موڪلائڻ جي ائين ئي وڃي ريل گاڏي ۾ ويٺس ۽ ٿر هليو ويس.

14 آگسٽ تي پاڪستان ٺهيو هو. اسين اچا واپس حيدرآباد ڪاليج ورڻ جي ڪيون تہ پاڪستان ٺهي ويو. ملڪ هيٺ مٿي ٿي ويو. ڇپائون شهرن ۾ بدامني آهي، لڏپلاڻ آهي. ڪاليج ۾ هندوستان مان لڏي آيل ويهاريا اٿن. پروفيسر ڪاليج ڪين ٿا اچن. ٿر باقي براج واري سنڌ کان جدا هو. ڪا بس ريل رستو ڪار سواري ڪين هئي، اٺن تي سوار ٿي ٽيهہ ميل سواري ڪري نئون ڪوٽ اسٽيشن تي اچي ريل ۾ سوار ٿيڻو هو. ريل گاڏي جو سفر غير محفوظ هئا. اسانجو ڪتب ششوپنج ۾ هو. دنيا لڏي پئي، اسين ڇا ڪيون. 1947 سال پورو ٿيو 1948 شروع ٿيو تہ شانتي جو خط آيو اسين ايندڙ هفتي ڪراچي ويندا سون. جتان جيئن بندوبست ٿيو ممبئي ويندا سون باقي سندس وڏي امان ۽ بابا حيدرآباد ۾ رهندا.

1948 ۾ آئون ميرپورخاص آيس. 1949 ۾ خبر پئي شانتي وارا ڪراچي آهن. آئون ڪراچي ويس جتي ڇپائون. هو تہ ڪياماڙي مان پاڻي جي جهاز ۾ جڳهہ نہ ملڻ ڪري، ريل گاڏي ۾ حيدرآباد کان ٿيندا،

ميرپورخاص کان ٿيندا، کوکراپار کان، جوڌپور هليا ويا آهن. آسن شادي ڪري ممبئي ويو. آئون کوکري کان ٿيندو شانتي جي ڳولا ۾ جوڌپور ويس، جتي گهٽي رش هئي، ڪنهن کي ڪا خبر ڪين نه هئي، ڪنهن ڏس ڪو نه ڏنو. اتان اجمير ويس، ڏس پيو ڪلياڻ ڪئمپ ۾ آهن، اتي ويس چيائون جئه پور ويا آهن، جئه پور ويس چيائون هتي سندس ناناڻا آيا هئا، شانتي جي ساري ڪٽنب کي وٺي ويا آهن. پر اها خبر ڪانهي ڪٿي ۽ ڪيڏانهن ويا آهن. خير آئون نااميد ٿي موٽي آيس، منهنجي ذهن مان سياست نڪري ويئي ۽ صرف شانتي ئي ذهن ۾ هئي. مون ڪراچي ۾ سنڌ آرٽس ۽ لا ڪاليج ۾ داخلا ورتي، جتي ايل ايل بي ۽ بي اي آنرس پاس ڪيا ۽ وڪيل ٿيس. ٿيهارو سال گذري ويا. آئون 1978 ۾ بنگلور ويس، جو مهڪري صاحب جو شهر هئو جو ڏسڻ ويس، جتان مدراس واپس آيس، جيڪو ٿياسافيڪل سوسائٽي جو هيڊڪوارٽر هو. پوءِ پانديچري ويس، جتي اربندوگهوش مشهور بنگالي دهشتگرد ليبر فلاسافر ۽ ڀڳوت گيتا جي ماهر جو آشرم هو. اتي مون Meditation ڪلاس ۾ سوال ڪيا ۽ ميٽنگ ۾ اعلان ڪيائون روچي رام تقرير ڪندو. ان جلسي ۾ ڪا شانتي جي مامي آيل هئي، ان اهو نالو ٻڌي مون سان ملاقات ڪئي ۽ خبر پيم، ته هو شانتي جي مامي آهي ۽ هن جي گهر شانتي رهي ٿي، پيا نه سندس پاتي جهان ڇڏي ويا هئا. شانتي ڪلڪتي جي هڪ ڪاليج ۾ پرنسپال هئي، سو انهي لاءِ ڪولڪتا ويس. 30 سالن کانپوءِ محبوب جو ديدار ٿيو ڪهڙو نه عجيب منظر هو. هتي اها ڳالهه ڳڻڻ لاءِ هي ذڪر ڪيو اٿم، ته آئون توکي پنهنجو خاص حال ٻڌايان، ڳالهه ڏکي آهي، پاڳن سان پاڳن پيري شانتي سان مليس، اتي پوءِ ڪولڪتا اچڻ وڃڻ جاري رکيم. مامي چيو شانتي تو لاءِ 30 سال انتظار ڪيو آهي، ان سان شادي ڪيو. مون چيو اهو هاڻي پراڻو قصو آهي، شادي جا خواب گم ٿي ويل آهن، پر هن وٽ ڪجهه وقت رهندس ۽ ايندو ويندو رهندس، پر شانتي

ٻہ ڇيو اسين هاڻي شادي ڪين ڪنداسون. هاڻي هي پڪي اڌامي ويا آهن. جدائي جي هجر جو آنند ورتو اٿم. هاڻي 50 سالن کان مٿي عمر ۾ چڙهي آهيان. اهو عشق وغيره ٻالاتن يا اوائل جواني جو کيل آهي. اسين ٻئي عمر ۾ اڳتي نڪري آيا آهيون. عاشق آهيون پر انهي ڦند ۾ ڪين ڦڏباسون.

سو مون نڪي محبوب سان شادي ڪئي، نڪي محبوب پارٽي ڪميونسٽ پارٽي ۾ داخلا ورتي يا ڪارڊ ورتو ڇڏڪ اثباتي سوچ بدران نفي جي ماحول ۾ زندگي ڪاٽيم.

سو ڳالهہ ڪيم Dialectics تاريخي منطق جي، جدليات جي، ماديت جي، هن ڪائنات جي ٽوٽل جي، ماده جي چرپر ۽ انجي ڦيرڦار جي تہ شعور ۽ خيال سڀ مادي شين جي ڪري آهن. انهي ۾ Materialism مادي جي ڇاڻ ان جي شعور جي سڀ کان وڏيڪ ڇنڊڇاڻ ڪميونزم جي ٻانين فريڊرڪ اينجلز ۽ ڪارل مارڪس ڪئي آهي، انجي سائنس، عقل ۽ منطق جي روشني ۾ وضاحت ڪئي آهي. انجي اثباتي ۽ نفي (Affirmative and Negative) پهلوئن ۽ عملن جي موجودگي تي تحقيق ڪئي آهي ۽ مختلف تڪرارن جي ايڪي بابت سمجهايو آهي. هڪ علمي ڪتاب ائنجلز لکيو آهي Dialectics of nature قدرتي مادي طبعي ۽ ڪيميائي عناصرن ۾ تضادن جو منطق، طبعيات (Physics) ۽ ڪيميا (Chemistry) جي سائنسي کوج، انهن جي اوسر ۽ ارتقا تي اسانجو سائنسي نظام ، علم ۽ تحقيقات ظاهر ٿيل آهي. تہ هن دنيا جي مادي شين ۾ ٻہ هلچل جو پهلو موجود آهي ۽ اُهي پڻ ارتقا جي سفر ۾ آهن. پٿرن ۾ هنن لوهہ ڏنو سون ڏنو مختلف ڌاتو ڏنا، پاڻي ۾ هنن بجلي ڳولي، انهي سائنسي سوچ کي هنن قدرتي عناصرن ۾ ڏسڻ بعد، انهي نتيجي تي پهتا، تہ سماجي عمل ۾ پڻ ساڳي شعوري اوسر موجود آهي. هڪڙن وٽ دولت جا انبار ڪٺا ٿيا ۽ ٻين وٽ ڪجهہ ٻہ نہ. انهي ڪشمڪش جو سائنسي تجزيو پيش ڪيو

۽ ان کي سياسي جدوجهد ۾ تبديل ٿيندي، انکي موجود سمجهيو. انهن جي مقداري (Quantitative) ۽ صفاتي (Qualitative) پهلوئن تي ويچار ڪندي، فلسفي جي تحت هنن سياست ۾ تحريڪ کي آندو. جيئن پاڻي ۽ ٻيا ڌاتو وغيره، ارتقائي عمل ۾ وڌن ويجهن ٿا، ڪثرت سان ظاهر ٿين ٿا، تيئن انسان به وڌندو ويجهندو اڳتي ايندو رهي ٿو ۽ ان جو شعور به وڌي ٿو. انجو هر حال ۾ انقلاب طرف رخ موڙڻ ئي ته ڪميونزم جو ڪارنامو آهي. انسان معاش جي قديمي رخ کان وڌندي فيوڊلزم ۾ تبديل ٿيندي، سرمائيداري طرف اچي سوشلزم ۾ تبديل ٿئي ٿي ۽ آخر ۾ ڪميونزم ٿيندي، جتي رڳو انصاف جو معاشرو هوندو. حڪومت ڪين هوندي، اهي سائنسي وهڪرا آهن. جيڪي پارٽي ڪنٽرول ڪندي اڳتي وڌائيندي رهي ٿي. يلا هاڻي جي اهو ڪميونزم طرف سفر ناڪام ٿيو آهي يا ٻيهي رهيو آهي، ته تو جنرل سيڪريٽري ۽ تنهنجي پارٽي وٽ ڪهڙو نظام . انهي ارتقائي سائنس جي حساب سان اچي ٿو ڪڏيو اٿو ڪو نئون منطقي رستو يا ڪا نئين واٽ؟

ڇا اسين هاڻي اونده ۾ ٿاڦوڙا ته نه هڻي رهيا آهيون؟ ڇا اسان ڪميونزم جي گاڏي کي هاڻي ڪنهن ڪم ۽ ڪنهن مقصد لاءِ استعمال ڪري سگهون ٿا؟ پارٽي ته جهد ۾ لڳل آهي، جان جي بازي لڳائي رهي آهي، پر اها ڪوشش بي معنيٰ ۽ بيڪار نه آهي؟ انهي لاءِ مطالعي ۽ سوچ جي ضرورت آهي.

## نوان خيال، نوان رستا ۽ نوان چئلينج.

اسانجي سوچ هن وقت سائنس جي مدد سان مادي ارتقا کي سمجهندي ڪو لائحہ عمل ناهي سگهي آهي؟ مادي جي ارتقا ۽ تضادن جي هڪ ٽيڙ سان، هن دور جي دنيا ۾ اسين ڪو ڪردار ادا ڪري سگهون ٿا؟ بدليل حالتن ۾ اسان ڪو نئون رستو ڳوليو آهي؟ هن وقت جو انسان پنهنجي سائنس ۽ ترقي ۾ ايترو ته ڦاسي پيو آهي ۽ منجهي

پيو آهي، جو اڳتي جو سماجي اوسر جي قدمن جي ڪا خبر ڪين اٿس، نڪو تضادن جي ٽڪراءُ ۾ ڪو رستو سجھي ٿو؟

سوچيندي سوچيندي اڄ جو انسان ڪائنات جي هيڪڙائي بابت معلومات ملڻ ۾ انکي سمجهڻ بعد هڪ مرڪزي طاقتور هستي جي وحدانيت جو قائل ٿيندي، اهو وساري ويٺو آهي، تہ مادي ۾ شعور جي بہ وحدانيت آهي. هن دنيا کي وساري، اچڻ واري، مرڻ کانپوءِ جي دنيا جو سامان تيار ڪرڻ بدران هن دنيا جي جنت طرف توجہ ڏيڻ کپي، ان ۾ مخلوق جي فرد جي، ذاتي حيثيت گم ٿيل هجي ٿي. انڪري هو ڪن زنجيرن ۾ جڪڙجي قابو ٿي وڃي ٿو. اتي انسان کي ذاتي آزادي ۾ مخلوق جي مرضي جي دخل کان، انڪار هجي ٿو. انهي حالت تي پهچڻ بعد سوشلزم انسان جي ترقي (Development)کان انڪار ڪري ٿو ۽ اتي ختم ٿئي ٿو. اسين هينئر انهي حالت تي رسيا آهيون تہ هاڻي ڇا ڪيون؟ ڇا ائين تہ نہ آهي، تہ هاڻي انسان جي جهد جو روشن پهلو ڪلي ٿو انسان پنهنجي پيداوار جي پاڻ قيمت مقرر ڪري ٿو مارڪيٽ ايڪانامي عمل ۾ اچي ٿي، کليو آزاد واپار Free Trade ۽ بين الاقوامي واپار هن جي معاش جا فيصلا ڪري ٿو. جديد دور ۾ انسان ارتقا جي روس واري ڪميونسٽ انقلاب کان اڳتي وڌي آيل منزل تي رسيو آهي. هاڻي ڪنهن نئين مارڪس جي ضرورت آهي، سرمائيداري نظام کي سوشلزم ختم ڪيو ۽ هاڻي نئون جنم وٺي، سرمائيداري نظام نوان ڪپڙا پائي، نوان ساز ڪٽي، اڳتي اچي رهيو آهي. جنهن لاءِ هاڻي ڪنهن (Hyper) سرمائيداري يا نئين سوشلسٽ نظام جي ضرورت آهي. سرمائيدار ملڪن تہ مٿاهين سرمائيداري تي تجربا شروع ڪيا آهن، جنهن جو مرڪز ورلڊ بئنڪ ۽ انٽرنيشنل مانيٽري فنڊ (IMF) ۽ اقوام متحدا آهن. ڇا امداد تون ڪا مٿاهين (Hyper) سوشلزم ذهن ۾ رکين ٿو جنهن ۾ سرمائي يا ناڻي جي پکڙجڻ ۽ تقسيم جي نظام جو بندوبست ٿيل هجي. ذاتي مفاد کي اسان

ڪميونزم ۾ هڪ بيماري پئي سمجهيو. ڇا ذاتي مفاد انسان جو وسيلو آهي، جنهن تي هن جي وجود جو دارومدار آهي. انسان جي تخليقي صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻو آهي، انهن جو دفاع ڪرڻو آهي. ذاتي ملڪيت (Private property) جي اصول کي، ڇا هاڻي ختم ڪرڻ، بدران انکي تحفظ ڏيڻو آهي؟ وڃ ڪان ڳالهه ڪڻ بدران انجي ڳاڻي توڙي بنياد ڪان ڪڻڻو پوندو ۽ ماضي کي پلاٽڻ بدران جاري رکڻو پوندو ۽ بهتر ٿيندو تہ پيڙه تي وڏيڪ عمارت سازي ڪجي. جيئن تہ تو وٽ ذاتي طرح سوچ جا دروازا بند ڪين آهن. تنهنڪري مون تو اڳيان سمورا سوال کولي رکيا آهن.

اسان کي خبر هئڻ کپي، تہ هي جو اسان وٽ قدرتي وسيلا آهن. تن جي بين الاقوامي مارڪيٽ ۾ قيمت ڪيتري آهي. اسان وٽ هماليہ پهاڙ آهي، سليمان پهاڙ آهن. قراقرم پهاڙ آهي، کيرٿر آهي، ڪيتراڻي پهاڙ پهاڙي سلسلا. بيابان ميدان، انسان، پيلا اڪيچار انيڪ پيداوار جا ذريعا آهن. درياءُ ۽ نديون آهن، چشما آهن. نالا آهن. وري ڪيترا ئي شهر اڏيل آهن. رستا آهن، هوائي اڏا آهن، سائنسدان آهن، عالم آهن. محنت ڪش مزدور آهن. انهن جو ڪاٿو اسان ڪين لڳايو آهي. 18 ڪروڙ ماڻهن جو پورهيو آهي، انهي دولت جو استعمال ڪرڻ لاءِ نہ رڳو سائنس ۽ تحقيق جي ضرورت آهي، پر ڪنهن سماجي نظام جي پڻ ضرورت آهي، ڇا اسان جي هزارين سالن جي تاريخ ۽ تمدن اسانجو ورثو نہ آهي؟ قراقرم ۾ بہ وڏا گليشيئر آهن. جن جي قيمت ۽ افاديت تہ بي بها آهي، سمونڊ جي بہ دولت آهي، پر اسان وٽ انهن جو اڪائونٽ ورتل نہ آهي، قيمت روپيين ۾ ڪتيل نہ آهي، هوائن. قدرتي بجلين. اليڪٽرڪسٽي، آسماني توڙي زميني قوٽتن جو ڪوانت ئي نہ آهي.

سماجي نظام. معاشي نظام. سائنسي نظام ڪهڙو هجي يا ڪهڙو ممڪن آهي، انهي پاڪستان جي جاگرافي ۾؟ پاڪستان جي

تحريڪ وارن ٻڌايو ته سندن نظريو ئي هن دنيا جي هر مسئلي جو علاج ڪري گهڙي ٿو. اهو ڪري سگهي ٿو يا نه پر اسان انهي ڳالهه کي گذريل 67 سالن کان ڪندا ۽ ڪٽندا اچون. امداد صاحب، تنهنجي سوشلسٽ نظام به پاڪستان ۾ ڪو پوئتو ڪين ٻاريو آهي. 30 سال ته فوجي ڊڪٽيٽرشپ راڄ ڪيو. جنهن مڪمل سياسي انتظامي حڪمراني ڪئي. هاڻي ته رياست لوڏن ۾ آهي ۽ ڪو نئون نظام، ڪي بدليل حڪمران ۽ حڪومتي نظريا توکي خيال ۾ اچن ٿا؟ اسان جا هزارين نوجوان يورپ ۽ آمريڪا ۾ دنيا جي معروف يونيورسٽين مان ڊگريون وٺي آيا آهن. اجا به پيا پڙهن. ڪٿان ڪو ڪنهن راڻي وٽان ڪو نئون نياپو آيو آهي؟ جديد سائنسي ۽ سماجي فڪر ۽ تنظيمون ۽ نه ڪو نظرياتي خواب ڪو پوئتو ٻاري سگهنديون؟ شايد توکي خبر نه آهي ته ڪميونزم ۽ سوشلزم ۾ ڪهڙو فرق آهي. لينن جي ڪميونسٽ نظرئي موجب ته پارٽي ٿاهي تيار ڪري هٿياربند انقلاب ذريعي (Proletariat) جي ڊڪٽيٽرشپ نافذ ڪبي، جيڪا سوشلزم آڻيندي، باقي گلڊ يا ٽريڊ يونين واري تحريڪ جمهوري طريقن سان ته انقلابي عمل کي اسرڻ کان پري ڪري. انجي عيوض سوشل ڊيماڪريسي، يورو ڪميونزم ۽ سوشلزم ته هاڻي جمهوري طرح سان عوام کي سجاڳ ۽ منظم ڪرڻ سان ايندا. اهي تڪرار مسئلا حل نه ٿا ڪن ته پوءِ ڪا سپر ڪئپيٽلزم (Capitalism) طرف ڏيان ڏيڻ شروع ڪيو اٿن.

هيئر هڪڙي نئين بيماري اسانجي سياسي جسم ۾ پيوست ٿي آهي، جنهن گهڻو ڪري اسانجا نظرياتي ورڪر ۽ آزاد خيال شخص، غير سرڪاري سوسائٽيون ٺاهي، سماجي ۽ فلاحي ڪمن کي اچي لڳا آهن. جنهن ۾ انساني حق، سائنسي ماحولياتي ۽ تعليمي شعبا ۽ ترقي جا عمل شامل آهن. هاڻي ته توهانکي ٿوري خرچ وارا اڌ بک تي هلندڙ نظرياتي اصولن سان پرپور ورڪر ڪين ملندا. جيڪي زيرزمين

هلچلون هلائيندا هئا، جيل ڀوڳيندا هئا. ڇا ڪميونسٽ پارٽي جا انتظامي اڳواڻ، انهي نئين وهڪري کان واقف آهن؟ ڇا اسان تي ڪو سرمائيداري فڪر تہ نہ مڙهجي رهيو آهي؟

دنيا جا 800 مالي مدد ڪندڙ ادارا اهڙين NGOs کي مالي مدد ڪن ٿا، جيڪي 80 سيڪڙو بزنس انتظام جا وڏن بزنس اسڪولن مان مهانگي تعليم وٺي NGOs ۾ پرتي ٿيندا آهن، جتي هنن وٽ ڪل وقتي اسٽاف آهن، ويب سائيٽ، نيوز ليٽر ۽ تيار ٿيل فنڊ حاصل ڪرڻ جون اپيلون لکي رکيون آهن، ڪمپني جي قانون مطابق رولز ۽ آرٽيڪل آف ايسوسيئيشنس (Associations) آهن.

ڪي سچا آهن، ڪي جعلي آهن، انهي مونجهہ مان معاشري کي ڪيئن سئين رستي تي آڻجي، جو خالي وڏن نعرن ۽ ٻناڪ بدران هيٺ سطح تي ڪم ڪري سگهن.

امداد سائين، ڪميونزم جي سخت محنت ۽ همٿ واري ورڪر بدران هاڻي هلڪا سٺن ڪپڙن ۾ ڊڪيل ايئرڪنڊيشن آفيس، موٽر ۽ فليٽن ۾ رهندڙ ڪٿي هاري جي جهوپڙي يا مزدور جي ڪولي ۾ گهڙي سگهندا. اهو وساري ڇڏ تہ هي حيدر بخش جتوئي جا پوئلڳ، پليجي، فاضل راهو ڊاڪٽر فيروز ۽ جامي چانڊئي جا پوئلڳ، ڪا زيرزمين سازش جوڙي، هٿياربند انقلابي تحريڪ هلائي توکي اقتدار وٺي ڏئي سگهندا؟

پلا جي پارٽي ليول تي ڪم نہ ٿو ٿئي تہ عام ماڻهو عام مزدور، عام هاري ڇا ڪري؟ اسانجي سياسي ماحول مان تہ انهي نئين ڪلچر منفي نتيجا ڪڍيا آهن. هاري زميندار جي قيد ۾ زنجيرن ۾ جڪڙي زوري پورهيو ڪري ٿو انجو نالو ڏنائون بانڊيڊ ليبر

Bonded Labor اهو تہ هاڻي هڪ درخواست تي ماجسٽريٽ ۽ پوليس آزاد ڪرائي ٿو. هن کي زميندار جي خانگي ڳوٺ جي جهوپڙي مان لڏائي ٿو پر هو آزاد ٿي ٿو وڃي، هن ظالم دنيا ۾ لڏو ڪٿي

ڪيڏانهن وڃي، انجو ڪو بندوبست نہ آهي. آزادي ڪهڙي نہ خوبصورت ذهني لذت آهي، پر بکئي پيٽ ۾ کلي آسمان هيٺ زال، ٻار، ماءُ، پيءُ وٺي ڪيڏانهن وڃي. انجو NGOs وٽ ڪو علاج نہ آهي، ڪو پروگرام نہ آهي، مزدورن جا ڪيترائي رفاحي قانون آهن، اهي ڪارخانيدار طرفان سرڪاري ليبر آفيسرن کي رشوت سان منهن بند ڪري، انهي ليبر قانونن جي مٽي پليد ڪن ٿا. تنهنجا انقلابي ورڪر تہ NGOs جي جنت جي خوبصورت ماحول ۾ بند آهن. ڳولڻو هجي تہ هنن کي فائيواسٽار هوٽل جي ليڪچر هالن ۾ ڳولهہ يا مذهبي مدرسن جي شاگردن کي پختونن جي پهاڙن ۾ خودڪش جنڪيڻن ۾ ويڙهيل ڳولهہ.

امداد سائين، توکي ورڪر ڪپن، جيڪي انقلاب تيار ڪن. سوشلزم جي نعري واري PPP جي حڪومت سنڌ 50000 اسڪول وڏيرن جي اوطاقن ۽ گدامن يا مال جي واڙن طور استعمال ڪيا آهن. ٻاهريان مالي مدد تي هزارين مدرسا هلن تہ جن ۾ غريب جا ٻار مذهبي تعليم وٺن ٿا. الهامي آيتون پڙهن ٿا، موت کانپوءِ جي نئين حياتي جو خواب ماڻين ٿا. جنت جون ذهني لذتون وٺڻ جو آسرو رکندي پڙهي نڪرن ٿا. ڇا اهي تنهنجي ڪميونسٽ انقلاب جي فلسفي جي ترغيب تي ڪلندا نہ هوندا؟

ہہ طوفان تيز هلن ٿا. هڪ القائده جو پيو آمريڪي سامراج ۽ سرمائيداري نظام جو ڪيڏو نہ ذڪيو تنهنجو ڪم آهي، انهن سان مقابل ٿيڻ. اسين تہ روشني ڪين ٿا ڏسون، تون شايد خوبصورت مستقبل ڏسندو هجين. روشن آئينده، سونا سپنا تنهنجي هٿ ۾ جي ڪو چيڪ آهي تہ اهو اڄ جي تاريخ جو نہ آهي، ڪا مستقبل جي تاريخ پيل آهي، Post dated آهي. مونکي خاطري نہ آهي تہ اهو انهي تاريخ تي ڪيش ٿي سگهندو.

پر ذرا روس ڏي نظر ڪيو 1991 ۾ سوويت روس جي ڪميونسٽ

حڪومت USSRختم ٿي ۽ روس ڪامن ويلٿ يا فيڊريشن شروع ٿي، هنن ڪميونزم جو خاتمو ڪيو پر 2007 ڌاري ڪميونزم ڪان آجو ڪيل روس بابت رپورٽ شايع ٿي آهي، جنهن موجب ڏکيائون هوندي بہ جيئن تہ روس بہ ڪميونزم پارٽي سسٽم مان نڪري، قانون جي حڪومت، جمهوريت ۽ مارڪيٽ ايڪانامي طرف وڃي رهيو آهي ۽ هن وقت وٽس 180 بلين (ارب معني هڪ سئو ملين) ڊالر ناڻي جا ذخيرا موجود اٿس. ساليانى بجيٽ ۾ 83.2 بلين بجيٽ آهيس، جيڪا 7.7 سيڪڙو GNP جو آهي. هن سمورا ٻاهران (بين الاقوامي) قرض ڏيئي ڇڏيا آهن. هن کي معاشي ڏيوالي يا Crisis جو خطرو نہ آهي. هن ملازمن جي پگهار ۾ 12.6 سيڪڙو واڌ ڪئي آهي، 10.5 سيڪڙو سيڙپ۾ واڌ ڪئي آهي. وٽس ٻاهرين سيڙپ داخل ٿئي ٿي، ڪا بہ دولت ٻاهر ڪين وڃي ٿي، هن جو سڪو روبل بين الاقوامي بئنڪن ۾ ڪليو ملي ٿو. 33 روسي روبل برابر هڪ ڊالر جي آهن ۽ 34 هڪ يورو برابر، هو معاشي Stability طرف گامزن آهي ۽ سماجي ڍانچي ۾ سڌاري ۽ تبديلي جي گنجائش پڻ موجود اٿس.

USSR جي ختم ٿيڻ ۽ روس جي نئين جنم وٺڻ کان پوءِ 1993 ۾ انجو نئون آئين ناهيائون، جنهن موجب انساني حقوق، قانون جي عملداري، ذاتي دولت جا تحفظ ۽ جمهوريت جا اصول ان ۾ شامل آهن ۽ اهو جرمن ماڊل (Model) تي ٻڌل آهي، ان بعد روسي شهري بنا روڪ جي يورپ جي سفر ۾ سياست ۽ سماج جي روشن پهلوئن سان لاڳاپل رهن ٿا. هن کان اڳ روسي ڪڏهن بہ پنهنجي سماجي حقن ۽ سياسي آزادي بابت ڪڏهن بہ ايترا آشاواد Optimistic ڪين هئا. روس جي شهرين وٽ گهٽ ۾ گهٽ ٻاگھي وڏيڪ آسودگي پڻ اچڻ لڳي آهي، آزادي سان، پنهنجي محنت جي ڪمائي سان، بناروڪ جي مستفيض ٿي سگهن ٿا.

اهو بہ روسين ظاهر ڪيو آهي تہ هو يورپ جي معاشي نموني جي

آزادي جو نقل ڪري ڪين اختيار ڪندا. پر پنهنجي روسي ڪلچر ۽ تاريخي سفر مطابق رستو خوداختيار ڪندا. هو غلام بدران، آزاد منش ٿي اڳتي وڌڻ طرف رواداون آهن. ڇاڪاڻ هنن جي ذهن جي پردن مان آزادي ٽپڪندي رهندي هجي.

هڪ عظيم روسي انقلاب جي عتاب ۾ آيل عظيم اديب هو، نالو هوس اليڪزينڊرا سولزينتسن Aleksandra Solzhenitsyn جنهن جا اختلافي ۽ احتجاجي ناول شايع ٿيا هئا. روسي ڪميونسٽ دور ۾ اهي جڳ مشهور هئا. هنڪي انهي ڪري 1970 ۾ ادب جو نوبل انعام پڻ مليو هو.

USSR جي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ انهي نوبل انعام يافته روسي سولزينتسن 2007 ۾ هڪ بروشر لکيو جنهن ۾ هن روس جي قومي آزادي تي نوان پٽ کلڻ تي لکيو جنهن جون ترت ئي 5 لک ڪاپيون خريد ٿي ويون. هاڻ روس جو بين الاقوامي واپار جي مارڪيٽ ۾ اثر وڌڻ لڳو آهي، هنن جي واپاري درآمد وڌي رهي آهي. موجوده حڪمرانن جو مخالف بورس ابراموونز Boris Abramowitz لکي ٿو روس وٽ صرف Bureaucratic Capitalism آهي ۽ نه ڪي لبرل جمهوريت. پر حقيقت آهي، ته روس پنهنجي تاريخي ڪلچر مطابق هلي ٿو هو نڪي يوربي، نڪي چيني ترقي پسندي جو نقل ڪري ٿو جيئن اسين يورپ ۽ آمريڪا جو نقل ڪريون ٿا.

روس آمريڪا سان شامل ٿي بين الاقوامي دهشتگردي جو مقابلو ڪري ٿو. شنگهائي ڪانفرنس ۾ حصو وٺي ٿو چين سان فوجي مهمن ۾ شامل ٿئي ٿو. روس جو صدر پيوتن Putin روس کي اندروني انتشار کان بچائيندي جديد مالي ۽ معاشي ترقي طرف وٺي ويجي ٿو. هو بين الاقوامي معاملن کي عملي سبق جي حوالي سان ڏسي ٿو. آمريڪا سان فوجي تصادم کان پاسو ڪري ٿو. هن چين سان شامل ٿي آمريڪا خلاف ويٽو استعمال ڪيو جيئن ايران، شام مصر وغيره تي فوجي

حملن جي مخالفت ڪئي، روس آمريڪا سامهون وزندار ورلڊ پاور ٿي رهيو آهي. ڪميونزم جي ڦهلاءُ بدران روس جي قومي مفادن لاءِ ڪوشان آهي، هن وقت روس جو عمل، هيٺين سياسي اصولن تي منحصر آهي.

دنيا ۾ سيني سان گڏجي دنيا ۾ ڪارائتو ۽ اثر رکندڙ بين الاقوامي نظم رکڻ ۾ پيش پيش هوندو.

دنيا ۾ امن، سيڪيورٽي ۽ قانون موجب پاليسي ٺاهيندو.

پنهنجي قومي قوت کي ملڪ اندر سنڀالي رکندو.

مشرقي برلن جو پروفيسر وولفگينگ سيفرٽ Prof. Wolfgang seiffert جو هن وقت رٽائر ٿي ماسڪو ۾ رهي ٿو. ان ڪتاب ۾ لکيو آهي Russian Role in new World Order (دنيا جي نئين نظم ۾ روس جو ڪردار) ان ۾ هن معاملا انهي نموني ڄاڻايا آهن.

امداد صاحب، توهان کي پنهنجو جنرل سيڪريٽري جو عهدو ۽ عمل انهي ڳالهين کي ذهن ۾ رکي استعمال ڪرڻ ضروري ٿو لڳي.

تون ضرور پاڪستان ۾ تحريڪ کي بين الاقوامي تناظر ۾ ڏسندو هوندين. سنڌ وارن کي پاڪستان جي قومي ۽ دنيا جي تناظر ۾ سياست هلائڻ کپي. پنهنجي پارٽي انهن جي رهنمائي ڪري سگهي ٿي، ڇا سنڌ تومان اميد رکي سگهي ٿي، تون سنڌ جي گهڻ رخي ڪلچر، سيڪيولر ذهن، مذهبي رواداري جي ڇانو هيٺ انهن کي جديد سوچ طرف مائل ڪري سگهين. هو پنهنجي تاريخي ڪردار کي تعصبي انداز ۾ ڪٽندا سڪڙجندا Isolate ٿيندا, ڪنڌائتا ٿيندا وڃن. هو پنهنجي صنعت، زراعت معاش ۽ سوچ ۾ هر غير سنڌي کي پنهنجو دشمن، مخالف ۽ ڦورو سمجهي ٿو. پاڪستان جنهن نظرئي تحت سنڌ تي قبضو ڪيو ان جا حق غضب ڪيا ۽ ان سان ڪيئن پرميچون، اهو سنڌ جو سوال آهي؟ جنهن جو توکي خيال رکڻ کپي، نه کي انهن کان جدا ٿي، سنڌ کان تنهنجو فلسفو ۽ عمل جدا ٿي وڃي. گهڻ رخي

سوچ جي قيمت ڪٿڻ کپي، پنهنجو حصو وٺڻ سان گڏ ٻين جي حصي کان بہ انڪاري نہ ٿيڻ کپي. سنڌ تي اهو الزام آهي، تہ هن پنهنجي هم وطنن کان 1947ع کان اڳ نفرت ڪئي ۽ 1947ع کانپوءِ بہ ڪئي. هاڻي انهن کي نوان ڏڳ نٿا سجهن، ڇا تون ان بابت انهن جي رهنمائي يا مدد ڪري سگهين ٿو؟

سنڌ وارا جيڪا مزاحمت ڪن ٿا، احتجاج ڪن ٿا، بي انصافين خلاف دانهين ٿا، انهن لاءِ ضروري آهي تہ هو جيڪي سنڌ جي زمين ۽ ذهن تي ڏاڙهو هڻي ويٺا آهن، انهي تضاد جي فرق کي، انجي ماضي کي، انهن جي مفاد کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي؟ انهن کي سمجهڻ انهن جي ضرورتن ۽ تاريخي حيثيت کي خيال ۾ رکڻ کپي. سنڌ ۾ آيل هندوستاني مهاجر ۽ پناهه لڏي سان ڪيئن هلي سگهبو. هي جو صفدر سرڪي ۽ قمر ڀٽي وغيره آهن، جيڪي انهن کي سنڌ خالي ڪرڻ لاءِ دڙڪا ٿا ڏين سي هيڏي ساري لکن ۾ مخلوق کي ڪيئن ڪڍي سگهندا. جڏهن سارو پنجاب، ساري پاڪستان جي Establishment هنن سان آهي. آهي ڪا تو وٽ ان جي دوا، ڪو علاج، تون جنهن حلقي ۾ رهين ٿو اهي شايد سنڌ جي قديم ڪلچر جي سحر ۾ رهندڙن کي نوان خيال، نوان رخ اختيار ڪرڻ، نوان سائنسي ۽ سماجي اصول اختيار ڪرڻ لاءِ رهنمائي ڪري سگهين ٿو. تو سنڌ ۾ پاڪستان جي تحريڪ کان شڪست کاڌي آهي. روس ۾ آمريڪي سامراج کان زخم کاڌا آهن، تون تجربيڪار لڙاڪو ۽ سپاهي آهين، جنگي فن جو واقف آهين، نئين ڪا واٽ ڪو نئون فن ۽ نئين حڪمت عملي تجويز ڪري سگهين ٿو.

ادبن، نيازن ۽ پيارن سان

اوهانجو

روچي رام

”قاضي فضل الحق سليمان سنڌي پرست آهي، اسان سيني کان گهڻو پڙهيل آهي، بئنڪنگ ۽ انتظامي امور جو ماهر آهي، پر بنيادي طرح هنجو خمير سنڌ پرستي آهي ۽ سنڌ جي حقن لاءِ لڙندو رهندو آهي. هن جو تازو ڪتاب لکيو سو مونکي ڏيڻ آيو ۽ اسان انجي موضوع تي ڳالهايو. هنجي ڪتاب بابت ذهن ۾ جيڪي سوال اڀريا آهن، انهن تي مون پنهنجا خيال هن کي اڳيان رکي هنکي خطن جي صورت ۾ ظاهر ڪيا آهن. “

**پهريون خط**

29 آگسٽ 2014.

**ڪراچي**

# انگريز واپارين جو حاڪم بنجڻ

پيارا فضل سليمان قاضي صاحب.

اسانکي سنڌ جي تاريخ سمجهڻ لاءِ مناسب مواد نہ تہ ظاهر ٿيل دستاويزن مان ملي ٿو ۽ نہ وري هيستائين لکيل تاريخي ڪتابن مان ملي ٿو نہ درسگاهن جي اهڃاڻن مان، نہ آثار قديمہ پاهرين جي حملن، سنڌو درياءَ جي اٿل پٿل ۾ ٻڏي ويل باقيات يا ڌرتي ڌٻڻ سان زميني ڦيرڦارن سان تباھ ڪندڙ زلزلن سان ڪي بچيو آهي، سواءِ کنڊرات جي 17 صدي کانپوءِ ٺهيل مقبرن يا مسجدن جي مسلماني دور کان اڳ واري دراوڙ دور، موهن جي دڙي جي دور، ٻڌ دور، هندو دور جا صرف اڌ چٽا نشان بچيا آهن. انهي مواد تي ئي هيل تائين اسان جي اڌپوري تاريخ ٻڌي ويئي آهي. موهن جي دڙي جي کوٽائي مان جيڪو مواد مليو آهي، ان تي ڪافي تاريخي حقيقتون ظاهر ٿيون آهن. حملي آورن

جي دور مان عرب فاتحن تہ پنھنجي فاتحانہ ذھن سان ڪجھ لکيو آھي، سو بہ اڳتي ڪين هليو. اهو ئي سبب آھي، جو اسان وٽ جامع ۽ مڪمل تاريخي لٽريچر موجود نہ آھي. جيتوڻيڪ هن وقت ان باري ۾ تحقيق ۽ محنت ڪئي پيئي وڃي. بقول ڊاڪٽر سورلي جي تہ ”اھا ڪنجي جيڪا ماضي جي پراسرار دروازن کي کولي سگھي، سا ڇڙڪ پڳل ۽ بيڪار بڻيل آھي ان لاءِ ڪي بهتر ۽ اعليٰ رستا اختيار ڪرڻ گھرجن ۽ ماضي جي مزارن مان گم ٿيل صفحن کي ڳولي ڪڍي سگھجي“.

موجوده دور جي حالتن عوام ۽ تاريخدانن، عالمن ۽ سيا سيد انن جي رخن سوچ جي انداز عمل جي قوت جي سمجھڻ لاءِ اسان کي ماضي مان جيڪي ملي ٿو سي هن عربي ڪلچر جي اسلامي باقيات ۽ ايراني فني ۽ ادبي مواد، 1616 کان جڏھن شڪارپور ٺھيو ۽ هندو واپارين، افغانستان ذريعي وچ ايشيا سان واپاري تعلقن، هندين واري بئنڪنگ، سنڌي سامونڊين، جاوا ۽ لنڪا تائين واپار جا تعلق اسان تي اثرانداز پڻ ٿيا. مغلن جي زوال بعد سنڌ ۾ ڪلهوڙن ۽ تالپرن جي حڪومت انهن جو سماج تي اثر ۽ پڻ سنڌي شاعرن جو فارسي بدران سنڌي ٻولي ۾ چيل ڪلام. اهو عربي، فارسي ڪتابن انگريزن پورچوگيزن ڊچن ۽ فرانسيسي جي لکپڙھ ۽ رپورٽن مان بہ سمجھي سگھجي ٿو.

ٻنيون پوکبيون هيون، فصلن جي وکري مان ڏوڪڙ ٺھندا هئا. پرجڏھن انگريز آيا تہ انهي حڪمرانن زرعي زمين ۽ انجي نظام کي وڏيرن معرفت ڪنٽرول ڪرڻ شروع ڪيو. جيڪي قبيلا پنھنجيون زمينون آباد ڪندا هئا، تن تي سرڪاري ڪنٽرول بعد، انهن جا ايجنٽ سرڪاري ڪاروبار هلائيندا هئا ۽ پڻ هارين کي سرمايو مهيا ڪندا هئا، انهن جا ڍل اڳاڙيندڙ طور رڪارڊ ۾ داخل ٿيڻ لڳي. هاري پاران هوئي سرڪار وٽ ذميوار بڻيو. ان نموني قائدا جڙيا، رڪارڊ ٺھيا.

ان بابت اڳتي وڌيڪ چٽو ڪري لکيو ويو آهي.

اسان اڳيان اهو بہ واضع آهي، تہ سنڌ ۾ ڪافي فصل ٿيندا هئا. ڊورا ڊنڊون ڪوٽيل ڪئنال ۾ پراڻا واهہ هوندا هئا. پاڻي موجود هو ڪوٽ ڪين هوندي هئي. اسان وٽ ڳوڻاڻا هنرمند بہ جام هوندا هئا. آدمشماري جو ڪافي حصو غير زرعي ڌنڌن ۾ ڪاروبارن ۾ ڪنيارن، ڊکڻن، ڪورين، مهاڻن، رنگريزن، پنجارن ۾ مالوندن، سُئي ۾ پرت جي ڪم وارن جو هوندو هو. ملڪ جي معاش شاهوڪار تہ نہ هئي، پر ان وقت سنڌ ۾ آسودگي ضرور هئي. جيڪو تاريخي مواد ۾ رڪارڊ اڄ بہ موجود آهي. جنهن ۾ انگريزن اهو ڄاڻايو آهي، تہ هتي جي حاڪمن وٽ جهجهي دولت هوندي هئي.

آئون ڪو تاريخ جي تنازل ۾ ان ڳالهہ کي ويچاريان ٿو تہ ڪيئن يورپ جي قومن، ٻي دنيا طرف، خاص ڪري هندوستان طرف رُخ ڪيئن ڪيو ڪيئن واپار ڪندي ۾ ملڪ ڦريندي حڪومتون هٿ ڪيون. اسان ڪان ڦريل دولت تي، ڪيئن پنهنجي صنعتي ترقي ڪئي ۾ ڪارخانا هلايا. انهن کي ٻيڪون سڏي، معاشي طرح تلخ و تاراج ڪيو سماجي طرح ڪوڪلو ڪيو ۾ سندن تاريخ ۾ اڳتي وڌڻ جا رخ موڙي، غريبي سان سلهاڙي، غلامي سندن ذهن ۾ پري ڇڏي.

يورپ شروع ٿيو. پهرئين پورچوگال جي واسڪو ڊيگاما ڪان جو ساري آفريڪا ڪان ڦرندو ڪيپ آف گڊ هوپ ڪان ٿيندو 1498 ۾ اچي ڏکڻ هندوستان جي بندر ڪئليڪٽ تي لٿو. ان ڪان اڳ هندوستان ۾ ويڃڻ لاءِ پورچوگال ۾ اسپين جو ڪولمبس، اولهہ طرف نئين ڏس طرف وڃي هندستان بدران امريڪا ڳولي لڌو هو.

جڏهن واسڪوديگاما ميڊيٽرينين سمنڊ جو رخ ڇڏي، ائٽلانٽڪ ڪان ٿيندو هندي وڏي سمنڊ جي رستي واپار جا جهاز ڪڻي واپس لزبن (پورچوگال) موٽيو تہ هن اها سالها سال جي سفر ۾ جاڪوڙمان ڪمايو سو انهي مهم جي خرچ ڪان ڏهوڻو نفعو هو. انهي ڪانپوءِ ساري مغربي

يورپ جا ملڪ ۽ واپاري انهي رستي تي اٿلي پيا. مرچ مصالا انهي دور ۾ يورپ ۾ گهڻي پسند پيا ۽ انهن جي کپت وڌي ويئي. پورچوگيز هندوستان جي الهندي ڪناري تي گوئا، دمن ديوسلتي، چال ۽ بمبئي ۾ پنهنجو پير کوڙي ويا، اهي هنن جا مرڪز هئا. هنن جو اوڀر طرف بينگال جي ڪاريءَ ۾ مدراس لڳ سئن ٿوم ۾ ۽ گڏوگڏ سري لنڪا ۾ مرڪز کوليا. پورچوگيرز کان پوءِ ڊچ آيا، پر هئي هر واپار لاءِ اينڊڙ ملڪ سان پورچوگيز مقابلو ڪندا هئا، جيئن پيا نہ اچن. هو هندوستان مان گرم مصالحہ قلمي شورو سلڪ جو ڪپڙو چانور ۽ نيرو کڻي يورپ ۾ وڪڻندا هئا، جنهن مان کين وڏو نفعو ملندو هو.

انگريز اهڙي واپار جي ۽ ڏوراهين سفر جي ڪوشش ڪندا رهيا، پر ڪا وڏي پئماني تي واپار ڪرڻ جي اجتماعي سرڪاري طور ڪوشش ڪين ٿي. 1599 ۾ ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني جو جهاز اچي، لنڊن جي ساموندي بندر تي بيٺو . لنڊن جي واپارين سان مال خريد ڪرڻ جون، سودي جون ڳالهيون ٿيون. جيڪي آخر ۾ اچي قيمت جي هڪ شلنگ تي ناڪام ٿيون، سودو ڪين ڪامياب ويو پر لنڊن جي واپارين فيصلو ڪيو تہ هاڻي اسين بہ اهڙي "ايسٽ انڊيا ڪمپني" ٺاهي، ساموندي جهاز تي فوج کڻي هندوستان طرف ويجون ۽ خود مال خريد ڪري اچون. هنن اهڙي ڪمپني ٺاهي ان وقت جي راڻي ايليزبيٿ کي چارٽر لاءِ درخواست ڪيائون، هندوستان جي شاهوڪاري شان ۽ ٺاٺ جا تجلا يورپ تائين پهتل هئا. راڻي نہ رڳو چارٽر صحيح ڪيو پر خود انجا شيئر بہ خريد ڪيا، ائين انگريزي جهاز هندوستان طرف اُسريا هنن 3 لک پائونڊن جو سون کنيو هنن "سورت" ۾ اچي ديرو ڄمايو ڪوٺي ۽ فيڪٽري لڳائي ۽ ائين في الحال هلڪي پئماني تي واپار شروع ڪيائون، 1617 ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني، 2 لک پائونڊن جي ٻ تي 10 لک پائونڊ ڪمايا، جنهن سبب ڪمپني جو اسٽاڪ تمام وڏي قيمت وارو ٿي ويو. انگلينڊ

طرفان هندوستان ۾ پهريون عملدار سر ٿامس رو Sir Thomas Roe هئو. جو انگلينڊ جي بادشاهه جو سفارتي خط کڻي، هندوستان جي مغل شهنشاهه جهانگير سان اچي آگري ۾ مليو.

پورچوگيز ڊچ، فرينچ ۽ انگريز، مڙني جون ڪوٺيون سورت (گجرات) ۾ هيون. جن پنهنجي ڪوٺين ۽ جڳهين جي چوڌاري قلعا جوڙيا هئا، جنهن ۾ هٿياربند سپاهي به رکندا هئا. ائين انگريز هندوستان ۾ پکڙجندا رهيا، مدراس ۽ ڪلڪتي ۾ ۽ انجي اردگرد واپار جا مرڪز چالو ڪيائون، ڊچن کي اتان پچائي ڪڍيائون، جن وڃي، انڊونيشيا واپار ڪندي فتح ڪيو. پورچوگيز اتي ڪمزور ٿي ويا، باقي صرف ٽي بندر (i) گوئا (ii) ڊمن ۽ (iii) ڊيو سندن قبضي ۾ وڃي رهيا. ڪجهه وقت لاءِ فرانس انگريز سان منهن ڏيندو رهيو ۽ ڪيتريون جنگيون به لڳيون، پر اهي به صرف اوڀر طرف چئن بندرن تائين محدود ٿي ويا، جهڙوڪ (i) پانڊ پچيري (ii) ماهي (iii) ڪارگل ۽ (iv) چندرنگر.

هاڻي اچو ته ڪامياب واپاري انگريز جي حرفت، واپاري ڏانءُ، هٺ هٺي، ڏاڍ، جبر سان ملڪ فتح ڪرڻ، جنگيون ڪرڻ ۽ معاش تباهه ڪرڻ جي تاريخ تي نظر وجهون. في الحال اهو نٿو لکان ته ڪئين فرانس وارن ڊچن ۽ پورچوگيزن کان انگريز واپار ۾ وڌيا ۽ انهن کي پوئتي ڇڏي ويا، پر صرف هندوستان تي ڪيئن واپار ذريعي قبضو ڪندا، واپاري هنر سان ڪامياب ٿيا ۽ ڪيئن هندوستان جي معاش، واپار ۽ حوصلي ۽ ذهن کي سَتي ڪُٺي مائوف ڪري، بيوس ۽ تباهه ڪنداويا. پوءِ وري پنهنجي قرلت کي خوبصورت بنائڻ لاءِ ترقي ڪندا رهيا ۽ اسين جهڙوڪ زنده مڙدا هئاسون. بيمارين ۽ بکن ۾ ونجي ساڻا ٿي ويا هئاسون.

17 صدي جي ختم ٿيڻ سان مغل سلطنت جو ڇٽڪ انت آيو. 1707 ۾ اورنگزيب وفات ڪئي. 18 صدي شروع ٿي ۽ هندوستان جو ميدان ڇٽڪ خالي ٿي ويو. مرهٽا، نظام ٽيپو سلطان مرشد آباد، ڍاڪا،

پنجاب، سنڌ ملڪ هندوستان جي هر صوبي جي نواب جي يا مهاراجا جي حڪومتَ هئي، سا ايترو طاقتور نہ هئي، نڪي هنن سيني ۾ سمجهہ هئي تہ ڪو گڏيل محاذ ٺاهي انگريزن کي منهن ڏيئي سگهن. چوڏاري مونجهارو، انتشار ۽ غير واضع صورتحال هئي. ان وقت اهو مشڪل ڪين هو تہ يورپ جون واپاري ڪمپنيون مقامي حاڪمن کان واپار جون خاص رعايتون هڪ هٿيون ۽ سپاهي رکڻ جا عهدناما حاصل ڪري سگهنديون هيون، ۽ مقامي مال خريد ڪرڻ ۾ ڪاميابيون حاصل ڪري سگهيا. انگريز سيني کان گوءِ کٽي ويا ۽ هو واپاري فائدن لاءِ جنگيون ڪرڻ لاءِ بہ تياريون ڪري ويا. هوجو پنج هزار ميل سمنڊ جهاڳي هتي آيا، تن نفعي کي حاصل ڪرڻ لاءِ فوجي تياريون بہ ڪيون ۽ جنگيون بہ ڪيون. انهي انگريز جي جنگ ۾ فتح، واپار ۾ ڪاميابي، ملڪ جي معاش زراعت ۽ هنر تي قبضو ڪري ان کي بدلائي پنهنجي فائدي لاءِ ڪم آڻڻ سان گڏ حڪومت بہ هٿ ڪئي، تنهنڪري ڪين سياسي ۽ حڪومت جو چسڪو بہ لڳڻ لڳن. اسانجو ملڪ مغلن جي ڪامياب حڪومت ڪري، تمام گهڻو زراعت ۾ هنر ڪري تمام گهڻو آ سودو ۽ شاهوڪار هئو جيڪو سهڻو ستابو سون ۽ هيرن سان ڀريل ملڪ ملي وين. اهو هنن پنهنجي هوشياري، فوجي قوئت، سياسي ۽ واپاري حڪمت عملي، ٺڳين ۽ دولابن سان هٿ ڪري ورتو.

قاضي، هي سڀ ڳالهيون تفصيل سان لکان ٿو. جيئن خبر پوي تہ ڪيئن اسين معاشي ۽ ذهني طرح کوکلا، ڪمزور ٿي، غلامي ۾ جڪڙجي وياسون. هو نئين هنرمند، سائنسي تعليم ۽ واپاري هوشياري سان اسان تي غالب ٿي ويا ۽ ڪيئن اسين نوان خيال نوان سائنسي طريقا سکڻ کان غافل رهجي وياسون. جنگ بہ واپار ۽ سائنس وانگر هڪ هنر آهي، جنهن جي تجربي سان ۽ جنگيون لڙڻ سان وڌيڪ طاقتور ٿجي ٿو.

سو انگريز شروع ٿيو. هُگلي ندي جي سمنڊ جي چوڙ نزديڪ ڪلڪتي جو شهر ۽ ساموںڊي بندر ڪان، جتي واپاري ڪوٺي ڪوليائون. هندستان خاص طرح بينگال ۾ ڏاڍو پلو ڳوٺاڻو نظام موجود هئو. انگلينڊ جي پارليامينٽ جي رپورٽن ۾ جيڪي 1812 ۾ شايع ٿيون هيون، اٿين ان وقت هر صوبي جي مالي حالتن، پيداوار، ڳوٺاڻي نظام، آسودگي ۽ واپار جي موجودگي تي انگلينڊ جي پارليامينٽ جون رپورٽون نهيل آهن.

سو هاڻي مدراس مان فرينچن ۽ ٽيپو سلطان خلاف ڪاميابيون حاصل ڪري، اتي جو فاتح رابرٽ ڪلائيو Robert Clive ڪلڪتي آيو. انهي ڳوٺاڻي معاش ۽ سماج جو جديد سائنسي انداز ۾ ذڪر ڪارل مارڪس بہ سهڻي انداز ۾ ڪيو آهي. لکي ٿو تہ "ڳوٺاڻا، برادريون، قبيلا سندن علائقي جي زمين تي ۽ وسيلن تي اجتمائي طور صدين کان قابض رهندا آيا هئا. زراعت ۽ هنر وارا گڏجي هڪ معاشي يونٽ طور رهندا هئا. اٿين انهن جي هٿ ۾ هزارين ايڪڙ زمين هوندي هئي، جنسن جي ڏيتي ليتي ٿي سندن سڪا يا نوٽ هوندا هئا. هو پنهنجو پيداوار مان بچت ٿيل مال، جيڪو حاڪم هوندو هو انجي حوالي ڪندا هئا. اهي گهرن گهٽين، بازارن، مساڻن، مندرن، کوهن، تلائن جي بہ سار سنڀال ڪندا هئا. جنهن ڪي ڊل بہ چئي سگهجي ٿو."

ان وقت جيڪي بين الاقوامي ليول جا سياح هندوستان آيا هئا، تن بہ اهڙو ذڪر تفصيل سان ڪيو آهي، تہ ڪيئن نہ اتي اهڙو تسلي بخش مربوط سرشتو موجود هئو. انهي جو تفصيل سان 100 صفحن جو مقالو مڪدجي پنهنجي ڪتاب Rise and Fall of East India Co ۾ ڪيو آهي. هاڻي انهي سسٽم تي انگريز ڪيئن ٿو قبضو ڪري، پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪري ۽ نتيجتن، ڪتائي، تباهہ ڪري، برباد ڪري، ڏڪاري ۽ ڏولائن ۾ وجهي؟ قاضي صاحب اهي تاريخي واقعات تہ اسان جي نفسيات ۽ سماجي انداز تي اثرانداز ٿيندا رهيا آهن. جنهن اسان

کي آخري ذهني ڏيوالي تي پهچايو آهي.

اها جيڪا بينگال جي 1757 ۾ پلاسي جي جنگ بينگال جي حاڪم سراج الدوله سان لڳي هئي ان ۾ انگريزن طرفان سپهه سالار هو ”لارڊ ڪلائيو“. جتان انگريزن جي ايسٽ انڊيا ڪمپني جي واپار سان گڏ حڪومت جي شروعات ٿي. ان وقت انگريز واپار حڪومت جي اعلي اختيار جي ڏاڍ ۽ زور تي ڪندو هو. ڳالهه ڏکهي تي وينديء ته اهو سراج الدوله بينگال جي حاڪم هئو. جنهن بينگال جو مرشد آباد ۾ گادي جو هنڌ هئو. انجي جنگ ۽ ان ۾ هار جو سبب ۽ تفصيل واقعا ڪئين هئا. انهي کي بيان ڪرڻ ڪانسواءِ مختصر لکان ٿو ته انهي جنگ ۾ سراج الدوله جنگ کٽي رهيو هو اها تاريخ هئي 23 جون 1757، جو جنگ هلندي سندس فوجن جي ڪمانڊر ”مير جعفر“ سندس لشڪر ونيء انگريزن جي سازش ۾ شريڪ ٿي انهن جي طرف ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ اڪيلو نواب سراج الدوله جنگ ۾ مارجي ويو. انگريزن مير جعفر کي بينگال جو نواب بڻايو جنهن انهي عيوض ساري جنگ جي تاوان طور ڪلائيو کي هڪ ڪروڙ 77 لک روپيه ڏنا ۽ نواب کان بينگال، بهار ۽ اوڙيسا ۾ زمين تان ڍل اڳاڙڻ جو حق عهدنامي ۾ لکائي ورتو هئو. هاڻي چٽڪ انگريز ساري مشرقي هندوستان جو حاڪم ۽ زميندار ٿي ويو هئو. انهي 18 صدي ۾ انگريزن ميسور ۾ ٽيپو سلطان، اوڌ جي لکنو واري وزير سڏائيندڙ بادشاهه مهاراشٽر سينٽرل انڊيا راجستان جي مرهٽن، مطلب ته ساري هندوستان تي واپاري انگريز قابض ٿي ويو. ڪيئن ٿيو کهڙون ٺڳيون دولاب، ڪوڙ ڪپٽ، عهدنامن جي هيرڦير سان ٿيو. سو اڃي مهاراجا رنجيت سنگهه جي ”سنگ ستلج“ درياهه تائين پهتو. جنهن جي حڪومت ستلج درياءَ کان وني پشاور تائين هئي. انهي جنگين ۽ حرفتن جي ذڪر کي ڇڏيء صرف اهو هن خط ۾ لکڻ مناسب ٿيندو ته ڪيئن انگريز اسان جي ملڪ جي معاشي سياسي ۽ سماجي سوچ

جي وهڪري کي موڙي صرف غلام ۽ بيوس بڻايو. اسان ۾ جيئڻ جي حس کي نيست نابود ڪري ڇڏيو، غيرت ۽ همٿ کي نپوڙي، اسان جي ذاتي ۽ اجتمائي شخصيت کي، اوسر ۽ ترقي کان پاسيرو ڪري ڇڏيو.

## ڦرلٽ ڪيئن ۽ ڪيتري ٿي.

انگريز جي فتح جي شروعات بينگال ۽ ڪلڪتي کان ٿي، جيڪو هندوستان ۾ سڀ کان وڌيڪ سائو، سڪيو ستابو، خوشحال ۽ شاهوڪار علائقو هو. جنهن جي زمين ۽ زراعت بہ حد کان وڌيڪ پلا ۽ زرخيز هوندا هئا. انگريز ساڳيا طريقا ۽ ڪارگريون ڪندا، باقي پيا علائقا بہ فتح ڪندا ويا، ائين اتي بہ ساڳيا طريقا استعمال ڪندا آيا. انگلينڊ جو وچولي درجي جو واپاري، ڪرنڊڙ زرعي ۽ جاگيري نظام مان نڪري هندوستان جي هڪ هٿي جي حڪومتي نظام، سان سلهاڙيل واپار مان مالدار ٿيندو آيو. هنن پهرين يلغار ڪيئي، هنرمندن ۽ ڪاريگرن تي، هنن وٽ ان وقت برطانيہ ۾ ڪو بہ وکر ڪين هئو جو جهاز پري آڻي، هندوستان ۾ وڪڻن. پر هندوستان جو وکر يعني مصالحہ، ڪپهہ مان ٺهندڙ ڪپڙو ۽ سِلڪ ڍوئي برطانيہ انگيڊ ۽ يورپ ۾ وڪڻندا هئا. جيئن تہ هو هندوستان (ان وقت بينگال) جا حاڪم هئا ۽ اتي واپاري طور ڪين هڪ هٿي حاصل هئن، انهي ڪري ڪين تمام گهڻو ۽ وڏو نفعو ٿيندو هو. ياد رهي تہ ان وقت اڃا برطانيہ ۾ ڪارخانا، ڪين لڳا هئا، انهي ڪري هندوستان ۾ ڪٽي واپاري حالات موافق ناهي، سستو مال وٺندا هئا، پر انجي قيمت ۾ ڏيڻ لاءِ وٽن ڪو وکر، ڪا شيءِ موجود ڪين هئي، تنهن ڪري هنن کي چاندي جو ڏاتو ڏيڻو پوندو هئو جيڪو هو آفريڪا مان زوري ڪٽي آيل، غلامن کي وبسٽ انديز ۽ اسپيني آمريڪا ۾ وڪٽي هٿ ڪندا هئا.

ايسٽ انڊيا ڪمپني وارا هنرمندن سان اهڙو تہ حال ڪندا هئا، ۽

ايترو تہ مال سستو ڪري ونندا هئا، جو هو بنهہ غريب ۽ نادار بنجي ويندا هئا. اهڙو حال هنن ساري هندوستان سان ڪيو جتي جتي ۽ جيئن جيئن هو علائقا فتح ڪندا ويا. سيني هنرمند گهراڻن يا ڪورين کي مجبور ڪري خانگي طرح آڏاڻا هلائڻ بدران، انگريزن جي آڏاڻن جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻو پوندو هو. جتان وري هو خوشي سان ٻاهر نڪري ڪين سگهندا هئا، ڇاڪاڻ ته هو زنجيرن ۾ بند مزدور (Bonded labour) هئا. ان طرح خودمختيار ڪاريگر، غلام مزور بنيا. رامسي مويئر Ramsay Muir، 1917 ۾ پنهنجي ڪتاب ميڪنگ آف برٽش انڊيا (يونيورسٽي آف مانچيسٽر) 1872 ۾ وليم بولٽس (William Bolts) جي لکيل ڪتاب جو حوالو ڏنو آهي، جنهن جا پورا ٽي صفحا ان ڳالهہ سان واسطو رکندڙ مواد آهي، پر آئون ان جو خلاصو ڪري ٿورو ٿو لکان، تہ جن آڏاڻن جي ڪاريگرن کي ڪمپني جي فئڪٽرين ۾ ڪم ڪرڻو پوندو هو، انهن سان غلامن وارو سلوڪ گماشتن جي معرفت ڪيو ويندو هو. جهڙوڪ سزا طور ڏنڊ وجهڻ، ڇهبڪن جي مار هنن طرفان لکيل ستاويزن جون سزائون ۽ انحرافين تي عمل ڪرائڻ جو هو. اتي ئي مرندا رهندا هئا ۽ ائين ڪمپني جا نفعا وڌندا رهيا. گڏوگڏ ڪمپني جا انگريز ۽ ديسي ملازم بہ پنهنجا ڏنڊا ڪندا رهندا هئا. جيڪو سلسلو بينگال جي هر ڳوٺ ۾ جاري هو. حوالو ڏسو: رجني پام دت جو ڪتاب: انڊيا ٽو ڊي، پيپلز پبلشنگ هائوس ممبئي 1949.

باندبد ليبر Bonded labour انهي کي چئبو آهي، جيڪو اڳوات قيمت يا اجورو وٺي، پوءِ هو ڇاڪاڻ ته قرض جي زنجيرن ۾ بند هوندو آهي، هو ٻانڌي ٿي ويندو آهي، نڪري ڪين سگهندو آهي. اهڙي ڪاريگر کي ٻانڌي مزدور چئبو آهي.

گماشتو (ڪمپني جو ايجنٽ) اندر دربار لڳائيندو هئو ڪاريگر ڪوري لائين لڳائي ويهندا هئا. پيشگي ونندا ويندا هئا. ٻانڌي صحيح

ڪندا ويندا هئا، پوءِ ڪارخاني ۾ بند تي ڪپڙو اُڻندا ۽ سٽي ٺاهيندا هئا. اهڙو تہ غير انساني سلوڪ هو جو ساري ملڪ ۾ لکين غلام ٿيا ۽ انهن تي پهريدار چهبڪ هڻندڙ زوري مزدوري وٺندڙ ڪمپني جا انگريز ملازم ”گماشتا“ يا ”ديسي ايجنٽ“ هوندا هئا. عجيب قسم جو انسانن جي ڪوس جو منظر هوندو هئو ۽ ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ ڪاريگر هوندا هئا.

انهي ڦرلٽ مان انگريز انگلينڊ ۾ صنعتي انقلاب وارا ڪارخانا لڳايا. پوءِ شروع ٿي، پوک ڪندڙ ۽ پوکيندڙ جي ڦرلٽ. جو هي ڪچو مال پوکين، جو انگلينڊ ۾ ڪارخانن ۾ ڪم اچي ۽ اتان مال نهي اچي، هندوستان جا آڏاٽا بند ۽ هاڻي لورپول جا ٺهيل بافتا وڪبا هئا. اهو سارو ڪم قائدي قانون، لکيل باند، سرڪاري قانون ۽ پُليسي، ڏاڍ ۽ جبر سان ڪيو ويندو هو. ان طرح قلم ۽ تلوار جو استعمال ساڳئي وقت ٿيندو هو، مظلوم تي قلم ۽ تلوار جا وار ساڳئي وقت ٿيندا هئا. اهڙو حال تہ هنرمند ڪاريگرن جو ٿيندو هو.

هاڻي اچون ٿا ننڍڙن دڪاندارن تي ۽ مقامي واپارين تي، تہ هنن کي ڪيئن گهڻا ڏيئي تباهہ ڪيو ويو. انگريز جي ڪمپني کي واپار جي ”هڪ هٽي“ (Monopoly) حاصل هئي ۽ اهو واپار پيو ڪو ڪين ڪري سگهندو هو. انگريز مقامي نوابن ۽ دهلي جي مغل شهنشاهہ کان واپار جي هڪ هٽي Monopoly جو پروانو وٺي آيو هو. ان لاءِ هو دهلي جي مغل شهنشاهہ کي ساليانو 60 لک روپيا ڏيندو هو. ڪو بہ واپاري جيڪا وٽج انگريز سان ڪندو هو سو ڏنڏو ڪين ڪري سگهندو هو سواءِ انگريز جي زبردستيءَ جي. ڪو بہ خانگي واپاري، ڪاريگر کان سڌو مال خريد ڪري ڪين سگهندو هو. جيڪو انگريز 15٪ کان 30٪ سيڪڙو گهٽ قيمت تي ان کان هٽ ڪندو هو ۽ وري وڌي اگهہ تي مقامي واپاريءَ کي وڪڻندو هو. اهڙي طرح هنن ساري واپار جو سڄو ڪمپني جي پڪڙ ۾ آڻي ڇڏيو هئو. هڪ عجيب واپار جو

سسٽم ٺاهيائون. جنهن ۾ هندوستاني ماڻهن کي ڪيڙو ماڪوڙو بنائي ڇڏيو هئائون. انهي بک، ڏک، بدحالي ۾ ڪهڙو فن ٺهندو ڪهڙو آرٽ جڙندو ڪهڙي ادب جي اوسر ٿيندي، اهڙي طرح ماڻهن مان ماڻهپو ڇڪي ڪڍي ڇڏيو ويو هئو.

ڪيترن ئي ليکڪن ۽ ليڊرن ڪمپني جي انتظاميہ کي شڪايتون ڪيون. ايسٽ انڊيا ڪمپني جي لنڊن واري بورڊ آف ڊائريڪٽرن وٽ دانهيو. انگلينڊ جي پارليامينٽ وٽ ويا، پر انگريز جي صنعتي انقلاب ۽ ڪمائي جو سوال هو. ڪو داد فرياد ڪو انصاف ڪين ٿيو. حڪومت مير جعفر بعد، مير قاسم جي حوالي ٿي، جو مال تي ايڪسائيز ڊيوٽي وصول ڪندو هو پر ڪمپني جي مال تي ڪا ايڪسائيز ڊيوٽي ڪين هوندي هئي، ۽ انگريز ملازم خود خانگي واپار ڪندا هئا. ڪيترو ئي واپار جو مال، لوڻ، سوپاريون، گيهہ، چانور، عمارتي ڪاٺ، ڪاٺيون، ڪک پن، بمبو، مڇي، ڳوٺيون سٽي، ادرڪ، مصالح، ڪنبہ، ڳڙ، تماڪ، آفيم مارڪيٽ ۾ ايندو هو جنهن تي هو ڪو بہ ٽئڪس ڪين ڏيندا هئا. مير قاسم شڪايت ڪئي، نواب هجڻ جو حق استعمال ڪيو تہ انکي جنگ ۾ الجهائي 1964 ۾ لاهي ڦٽو ڪيو ويو. وئنسي ٽاٽ ڪو بہ داد ڪين ڪيو ان طرح هڪ قسم جو ڏانڊلي جو راڄ قائم هو مٿان انگريزي ٺاٺ باٺ هو. جنهن ۾ واپارين تي 9٪ سيڪڙو ڊيوٽي ڏيڻ جو قانون هو. انگريز خانگي واپار تي ڊيوٽي ڪين ڏيندا هئا، تنهن تي مير قاسم سموري ڊيوٽي مقامي واپارين جي سهولت لاءِ معاف ڪئي، جنهن تي انگريز واپارين اعتراض ڪيو. ائين اسان جي واپاري چٽا پيٽي ديسي واپارين سان ٿيندي، سو انهن تي ڊيوٽي هڻو. مقامي واپار تي بہ انگريزن جو ڪنٽرول ۽ "هڪ هٽي" Monopoly هئي. ڪنهن بہ لائق عوام جو گهڻ گهري با اخلاق مقامي حاڪم، نواب، راجا يا مهاراجا کي انگريز حاڪم پسند ڪين ڪندا هئا. گهڻو ڪري اهي چاهيندا هئا تہ بد اخلاق چور، ٺگ ۽ ظالم

حاڪم هجن، جيئن انهن بدران ماڻهو انگريزن کي قبول ڪن.

هاڻي اچون ٿا، انگريزن جي حاصل ڪيل بينگال، بهار ۽ اوڙيسا جي ڍل اڳاڙڻ، جنهن کي ديواني لکيو اٿن، ان هيٺ هارين ۽ ٻني کيڙيندڙن جي حالت ۽ حيثيت بابت.

ساري ملڪ جي زمين ۽ قدرتي وسيلن جي قانوني طور تسليم ڪيل روايت مطابق وقت جي حڪومت هوندي آهي، انهي ڪري اها انجي استعمال، والار يا پوکي تي ڍل يا ٽئڪس وصول ڪرڻ جو اختيار رکي ٿي. زمين هوا ۾ پاڻي وغيره جو ڪو به ذاتي طرح مالڪ نٿو ٿي سگهي، البته قبيلا انساني تاريخ جي عمل ۾ جتي آيا هئا، اهي انهي خطي جا حاڪم هئا ۽ پڻ زمين پوکيندا هئا. ان تي سرڪار ڪٽي ڍل لڳاڻ وصول ڪري سگهندي هئي، پر اها وڪٽي ڪين سگهندي هئي.

سو ڳالهه شروع ڪئي هئي سون بينگال کان جنهن جي گادي جو هنڌ هئو "مرشد آباد"، ته 1757 ۾ پلاسي جي جنگ ۾ بينگال، جنهن ۾ بينگال، بهار ۽ اوڙيسا اچي ويندا هئا، جي نواب سراج الدولہ کي شڪست ڏيئي، انجي سپهه سالار مير جعفر جي جنگ جي هلندي نواب جي طرفان لڙڻ کي ڇڏي غداري ڪري لارڊ ڪلائيو (انگريز) جي فوج طرف ٿيو هو ۽ ان جي انعام ۾ مير جعفر کي نواب مقرر ڪيو ويو هو ان طرح انگريز کي بينگال، بهار ۽ اوڙيسا جي ديواني 60 لک روپين عيوض عطا ڪري لکي ڏني هئي. سال اڌ گذرڻ بعد نواب مير جعفر انگريزن جي وڌيڪ دست اندازي کي برداشت نہ ڪرڻ، سبب ان کي لاهي مير قاسم کي نواب مقرر ڪيو جنهن بہ اڳيان هلي انگريز جي ارهہ زوراوري تي ناراضگي ڏيکاري، انهي ڪري ان سان 1764 ۾ بڪسر Buxer جي جنگ جوٽي، انکي هٿايائون ۽ پنهنجي ديواني کي وڌيڪ محفوظ ڪرڻ لاءِ دهلي جي مغل شهنشاهہ جو جيتوڻيڪ بنهہ ڪمزور ۽ نالي ماتر شهنشاهہ هئو. پر انجي حيثيت اجا تائين نالي ماتر تسليم ڪئي ويندي هئي، انکان ديواني جو پروانو لکائي، 1765 کان انگريز ان تي سڌي ريت عمل ڪندي ڍل وٺڻ شروع ڪئي ۽ ديواني

(روينيو) عدالتون پڻ قائم ڪيون.

ان دور ۾ ڍل تہ وصول ڪئي ويندي، جنس جي صورت ۾ ۽ نہ ڪي روڪڙي جي شڪل ۾. ان زماني ۾ پئسي جي ڏيتي ليتي شڪارپور جي سنڌي واپارين جي هنڊين تي ٻڌل هوندي هئي، جيڪا شروع ۾ انگريز واپاري، ايسٽ انڊيا ڪمپني بہ استعمال ڪندي هئي، سا وري دهليءَ جي مغل شهنشاهہ جي نالي تي انگريز ئاهي هلائيندا هئا.

انگريز ڪي جنس جي صورت ۾ ڍل (ماليہ) وصول ڪرڻ ڏکيو لڳڻ لڳو، ڏڪار يا فصل ۾ بيماري پوڻ ڪري اهو گهٽ ٿيندو هو يا لاحاصل هوندو هو تہ ان صورت ۾ فصل (جنس) گهٽ يا ناپيد هوندو هو تہ پوءِ جنس طور ڍل وٺڻ غير ممڪن ٿي پوندو هو ۽ ڍلون جنس طور وٺڻ لاءِ وڏو عملو ۽ زبردست رکڻا پوندا هئا. انهي ڪري انگريزن قانون ئاهيو تہ هاڻي ڍل جنس بدران روڪ ۾ وصول ڪبي. هاڻي پوکي ڪندڙ آبادگارن لاءِ ڏکيائون پيدا ٿيون. فصل لاحاصل ٿيڻ جي صورت ۾ هو ڪٿش ۾ ڍل پياري (ڏيئي) ڪين سگهندو هو.

هاڻي نئون مالي ۽ معاشي (Revenue & Financial) نظام جو دور شروع ٿيو. اهو جو ڍل وصول ڪندڙ ٺيڪيدار هوندو هو يا انجا ڪارندا، جن هارين کي قرض ڏيڻ شروع ڪيو اثين هو جهڙوڪ زمين جي پوکي ۽ فصل جي لٽڻ ۾ ٻج ۽ هر ۾ جوٽجڻ واري ڍڳن ۽ جانورن ۾ واسطور رکڻ شروع ڪيو پر ڍل لاءِ سرڪار وٽ چٽڪ اهو پئسا سيڙائيندڙ يا چٽجي وياج خور سندس رڪارڊ ۾ ذميوار طور داخل ٿيو. اثين هاري ۽ سرڪار وچ ۾ زرعي وهنوار ۾ هڪ مفاد ۾ نئون شخص داخل ٿيو. اهڙي ريت هڪ نئون ادارو، زميندار نالي سان سامهون اُڀري آيو جيڪو هڪ مفادي Stake holder طور مڃيو وڃڻ لڳو.

اهو هڪ قانوني مقولو ۽ اعليٰ عدالتن جون ججمينٽون پڻ نافذ ٿيڻ لڳيون، تہ روينيو رڪارڊ ۾ ڪاتيدار طور داخل مالڪ هجڻ جي ثابتي ناهي، پر اها صرف ڍل جي ذميدار ظاهر ڪرڻ لاءِ آهي، تہ سرڪار ڪنهن ڪان

ڍل وصول ڪري ٿي، جيڪو اجا بہ اعليٰ عدالتن جو فيصلو نظير يا مثال Precedent طور عدالتن ۾ پيش ٿيندو اچي ٿو.

سو انهي نموني جيئن باقي هندوستان فتح ڪندا ويا، جتي پڻ پوکيندڙ زمينن جا مالڪ هوندا هئا، اتي ڍل لاءِ ۽ وياج خوري ڪندڙ پئسا سيڙائيندڙ شخص، اڳتي ايندا ويا ۽ ائين زميندارى سسٽم زور وٺندو ويو اهڙي نموني سنڌ ۾ بہ زميندار پيدا ٿيندا ويا، وري جڏهن بئراج ٺهيا، نيون زمينون آبادي لائق مليون، تہ پوءِ وري بہ اهو فيصلو ۽ سرڪاري قانون هو تہ ٻني هاري کي گرانٽ ٿيندي، پر انهي ٻني جي نيڪال ۾ غير هاري بہ حصو وٺڻ لڳا هئا.

زمين جي پوکي مان، ان ۾ فصل اُپائڻ تي، ساري سماج ۽ مخلوق جي خوراڪ ۽ جياپي جو دارومدار هوندو آهي، ان لاءِ ڪيترائي ڏينهن چند مهينا ٻج ايرڻ، مٽي اچڻ ۽ فصل تيار ٿيڻ ۽ پوءِ لابارو يا چونڊو ٿيڻ تائين لڳن ٿا. ان لاءِ پاڻ يا پاڻي ڏيڻ لاءِ، راتيون محنت ڪرڻ لاءِ، انساني حاضري ۽ وابستگي ضروري هجي ٿي. غير حاضر زميندار صرف سيڙپ ڪري ٿو ۽ پئسا مهيا ڪري ٿو هن جي حيثيت بئنڪر يا وياج خور واري هجي ٿي. انهي ڪري ان جو هاري تي دٻاءُ، زرعي پيداوار ۽ معاشي اصولن جي خلاف آهي. هي جهرجهنگ ۾ شهرن کان پري، تهذيب جي مزن ماڻڻ کان، پري رهندڙ ڪم ڪندڙ پوک ڪندڙ هاري خاص سلوڪ ۽ سهولتن ۽ قانوني مدد جو حقدار هوندو آهي.

سول پروسيجر ڪوڊ ۾ هڪ فقرو آهي، تہ "هاري جو ڍڳو هر ۽ زرعي آلات، فصل جو ٻج قانوني طرح سول ڪورٽ ڊڪري Decree ۾ ضبط نٿي ڪري سگهي." چاڪاڻ تہ زراعت جي سماج کي ان ۾ صحت مند شخصن، ٻارن، بيمارن، معزورن، لڙندڙ فوجن لاءِ خوراڪ ضروري هوندي آهي، ان ڪري هاري جي پوکي ۽ فصل جي تياري ۾ ڪو بہ رخنو نہ اچڻ کپي.

مسلمانن جي قانون ڪتاب هدايہ ۾ هڪ باب زراعت آهي ان ۾

آهي، تہ ٻني ۾ ڪم ڪندڙ صرف پئسا سيڙائي فصل ۾ حصو وٺندڙ ربا Reba ٿو ٿئي، ربا معنيٰ آهي وياج، جو حرام طور سمجهيو وڃي ٿو. امام ابو حنيفہ موجب اهو ربا آهي پر صاحبين امام ابو يوسف ۽ امام ابو محمد موجب صرف خاص حالتن ۾ زميندار حقدار ٿئي ٿو ۽ هن وقت عام طرح ڪين ٿيندو.

روچي رام

ٻيو خط
10 سيپٽمبر 2014
ڪراچي

# انگريز راڄ بعد پاڪستان ۾ سنڌ مٿان حڪمرانيءَ ذريعي قبضي واري سوچ

پيارا فضل سليمان قاضي صاحب.

مون توهانجي ڪتاب جو مطالعو ڪيو آهي، اهو وري پڙهيو آهي ۽ جيڪي تاثر دل ۾ اڀريا آهن اهي اڳيان رکان ٿو. آئون توهانجي ڪتاب ۾ تحقيق تي ڪا تنقيد ڪو نہ ٿو ڪيان، تنهنجي علم ۽ حوصلي کي تسليم ڪندي صرف اهي ڳالهيون هن خط ۾ لکان ٿو جيڪي اوهانجي ڪتاب ۾ آهن ۽ اهي اسانکي ڪيڏانهن کڻي ٿيون وڃن.

اسين ايامن کان سنڌ ۾ رهندا اچون، جاگرافي ۽ تاريخ شاهدي ڏين ٿيون، تہ اسين هڪ خود مختيار ۽ خود اختيار رياست جا شهري آهيون ۽ اسانجو وجود 5000 سالن کان سڌريل تمدن طور تسليم ٿيل

آهي. دنيا ۾ اسانجي تهذيب، رياست، زبان، هنر سڀ واضع طور ظاهر آهن. سنڌ جي قدامت جو مقابلو هندو پاڪ برصغير جو ٻيو ڪو صوبو يا ملڪ ڪري ڪين سگهندو. اسان سنڌ جي، بيرون سنڌ جي اثر هيٺ آيل حيثيت بابت گهڻو لکي چڪا آهيون. تاريخدانن جا تحقيقي گرنٿ ڏسي چڪا آهيون. هاڻي سنڌ جي اندروني حالتن، ترقي ۽ تنزل، اهميت ۽ افاديت تي سوچيندا سون. ان جي نفسياتي مونجهارن ۽ تڪرارن بابت بہ ويچار ڪنداسون.

هن وقت سنڌ ۾ اسين اتي رسيا آهيون، جتي پنهنجو پاڻ کي بي وس ٿا سمجهون. پاڪستان جي دهشتگرد ماحول ۾ ائين ٿو لڳي تہ باوجود وفاقي يونٽن کي، آئين ۾ وڌيڪ اختيار ملڻ جي، سنڌ خود انهن اختيارن جي ڏيڻ ۾ ڦاسي پيو آهي. هي انهن اختيارن کي استعمال ڪرڻ جي نڪي لياقت رکن ٿا، پر جي لياقت اٿن بہ سهي تہ بہ انهي تي عمل جو حوصلو ڪين اٿن. توهان جا تاريخي ۽ سياسي تجزيا ۽ سنڌ جي قدامت جا تاريخي نعرا، بيڪس عوام جون رڳو توقعات ئي وڌائين ٿيون ۽ جيئن جيئن اهي بُلند ٿينديون وڃن ٿيون، اوتريون ئي انهن ۾ تلخيون پڻ پيدا ٿين ٿيون ۽ نااميديون پڻ گهرُ ڪن ٿيون. ڇڏڪ اسين ڪنهن فريب جي ڄار ۾ ڦيا ڦاسجون، ان باري ۾ هاڻي اسان ۾ ڪا بہ سنجيدگي ڪانهي، جنهن جي نتيجي ۾ عوام مذهبي پروپئگنڊا جو پڻ شڪار ٿئي ٿو مذهبي رستن طرف متوجه ٿئي ٿو ۽ سياسي ڏيوالي ڏانهن وڌندو ٿو وڃي. اسانجي اهڙي هلڪي بي عملي جي دعوي ۽ پنجوڙ ۾ قومپرست پڻ ڦاٿل آهي. هو قومي احساس برتري Superiority Complex ۾ سور سهندو رهي ٿو ۽ وري انهي ذهني عياشي ۾ پڻ گم رهي ٿو.

پاڪستان جا خارجي/بين الاقوامي International ۽ داخلي Internal تنازعا هندوستان سان لاڳاپن ۽ دشمني تي منحصر آهن، پر اُن کي پاڪستان جو مقامي معاملو سمجهڻ کپي. اسين پاڻ کي بيرون

ملڪ ۽ اندرون ملڪ، انهي 1947 واري تڪرار جي تناظر ۾ سمجهون ٿا ۽ سوچيون ڏسون ٿا. ان لاءِ بين الاقوامي ميدان ۾ پاڪستان پنهنجي سموري توانائي خرچ ڪري ٿو ۽ اسين 1947 واري "جيئن جو جتي" رهڻ ۾ Statues Qua ۾ مخمور رهون ٿا. ملڪ جي سڏاري ڪي چٽڪ مهمل ڪري ڇڏيو اٿئون، ۽ جنهن لاءِ پاڪستان جي مسلمانن ڪان وڌيڪ، اسانڪي هندوستان جي مسلمانن جي نفسيات جو پابند ٿيٺو پوي ٿو. ڪرڪيٽ واري عمران خان، اسانڪي هندو قومپرست نريندر مودي جي نقطہ نظر طرف، وڌيڪ توجہ ڏياريو آهي. اسانجي صوبائي حيثيت، انهي پاڪستان جي تحريڪ جي ورهاڱي ڪان، اڳ واري ۽ انڪان پوءِ ڪشمير، بنگلاديش ۽ بابري مسجد جي منجهدار ۾ لڏندي رهي ٿي.

اهي سڀ ڳالهيون، سمجهڻ لاءِ اسانڪي ان ڳالهہ جو خيال رکٹو پوندو تہ اسان ڪي سنڌ جا مسئلا، آل پاڪستان جا ڄاڻي سمجهڻا پوندا. جيڪي هن وقت، بين الاقوامي مسلماني حيثيت جي زير اثر ۽ زير غور آهن. ياد رهي تہ قومپرستن جي سنڌ، ڪا پاڪستان ڪان ٻاهر جي سنڌ نہ آهي. اسين سنڌ ۾ انهي خوشفهمي ۾ مبتلا آهيون، تہ 1940 واري ٺهراءَ موجب، جناح جي 11 آگسٽ 1947 واري تقرير موجب ۽ پاڪستان جي موجوده 1973 جي آئين جي فقرن (Articles) موجب، اسين پارلياماني، جمهوري وفاق جو خود اختيار ۽ خود مختيار صوبو آهيون. پر حقيقت ۾ اهي ٿيئي پاڪستان گهڙڻ وارا فقرا رڳو نالي ماتر آهن. اسين ڪٽي دل ڪي تقويت ڏيڻ لاءِ خيال ڪيون تہ اسين آئين ۽ قانون موجب سنڌ جا شهري آهيون ۽ پاڪستان جي وفاق جو حصو آهيون. پر اسان جي عام شهرين ۾ اسانجي ليڊرن ۽ سياستدانن ۽ سياسي قيادت ۾ ڪا بہ اهليت ڪانهي، جي اهليت آهي تہ بہ همٿ ڪانهي، همٿ ڪٽي آهي پر تاريخي طرح، اسان هندوستان جي مڙني مسلمانن جي رياست جا فرد آهيون ۽ جڏڪ اسان پنهنجي ڌرتي انهن

کي لکي ڏني آهي. جنهن ڳالهه کي چڱي ريت طرح سمجهڻ لاءِ اسانکي ٿورو ماضي ۾ ليئو پائڻو پوندو. تہ اسانجي پنهنجي ذهني ۽ نفسياتي جوڙجڪ، ڪهڙي طرح ۽ ڪيئن گهڙيل آهي. اسانجي مفادن ۽ حقن کي قائم رکڻ لاءِ حالتن کي جيئن جو تيئن رکڻ ۾ ئي اسانجو ڀلو آهي يا ڪا نئين بِساط رکڻ کان ڊڄون ٿا. تہ متان هي جو ٿورو ڪجهہ حاصل ٿيو اٿئون، اهو بہ اسان کان کسجي نہ وڃي.

محترم قاضي صاحب، توهان جو پنهنجو لکيل ڪتاب "سنڌ ۽ پاڪستان جو رياستي نظام" جنهن ۾ تفصيل سان "سنڌ سان ٿيل نا انصافين، ميرٽ جي لتاڙ معاشي قدرن جي زوال، سنڌ کي صدقي جو ٻڪر ڪرڻ، سماجيات جي مشاهدي موجب تاثرات قلمبند ڪيل آهن. هن ڪتاب ۾ خاص طرح انگن اکرن سان، اهو ڇاڻايو ويو آهي، تہ سنڌ کي ڇا مليو ۽ ڇا نہ مليو آهي؟ مونکي ياد آهي، تہ قاضي فضل الحق، توهان شاگردي واري دور ۾ سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا، مضبوط ارادي ۽ عمل وارا صدر ۽ ليڊر هئا. قاضي صاحب توهان مشهور ۽ ناليوارا بئنڪر ۽ معاشي ماهر پڻ آهيو. ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ منهنجي اڳيان پاڪستان جي 67 سالن وارو دور، واضع ٿي بيٺو. قاضي صاحب توهان اڄ ڪيترين ئي يادون تازيون ڪري ڇڏيون، ڪهڙو نہ اٿانگو پنڌ ڪندا ۽ جبل جهاڳيندا آيا آهيو. اسان جا شاهہ ڀٽائي جي سسئي وانگر اُٺ ويري ٿيا، اوٺار ويري ٿيا، واءُ ويري ٿيو سج، چنڊ، ڇپر سڀ ويري ٿيا. ڪٽي اسانجو ماس مرون کائي ويا هجن، پر آخر اسانجا هڏا هوت ڏي هلندا. قاضي صاحب توهان سان ڪچهري ڪندي اسانکي سنڌ جي ذري ذري مان هر ڏيءَ سان واس ملي ٿو.

اسان جي اول نمبر ليکڪن، دانشورن ۽ سياستدان نصير ميمڻ، جامي چانڊيو اياز لطيف پليجو بدر ابڙو ۽ فضل سليمان قاضي سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن تي سنڌ سان ٿيندڙ ڦرلٽ ۽ بي انصافي تي سٺا ۽ مدلل مضمون لکيا آهن، پر انهن سڀني جو لهجو

احتجاجي ۽ مزاحمتي هوندو آهي. شڪايتن جا ڪالم ڪارا ڪري ڇڏيندا آهن. هنن جي لکڻين ۾ مسئلن جو حل ڳوليندا آهيون، پر اڪثر ڪو نہ ملندو آهي. گهڻا سال ڌارين جي حڪومت جي زير هجڻ ڪري، اسين صرف، حاڪم تائين پنهنجو ڪيس رسائيندا آهيون ۽ طلب ڪندا آهيون، ائين نہ آهي تہ اسين هينئر آزاد ٿيا آهيون ۽ پنهنجا فيصلا خود ڪندا آهيون. پر پنهنجو پاڻ تي پاڙڻ وساري ڇڏيندا آهيون. اسين رڳو سوال رکندا آهيون، جنهن جو جواب، ڪو بيو اسان مان نہ پر، ڪو آسماني حاڪم، ٿي اسان کي جواب ڏيئي سگهندو. اسين ماتم ۽ احتجاج تي ئي پروسو رکندا رهيا آهيون، پنهنجي وطن جي ماڻهن جي معاشي، بهبود لاءِ، ڪا بہ ڪوشش، ڪا بہ رٿ ڪين ڏيندا آهيون، ووٽ جو درست استعمال، جنهن جي زور تي حڪومت هٿ ڪنداسون، ان طرف اصل ڌيان ڪين ڏنو اٿئون.

سنڌ جي هاري، سنڌ جي پورهيت، ننڍي ڪاتيدار ننڍي واپاري، محنت ڪش، انهن سڀني کي منظم ڪرڻ ۽ انهن لاءِ حق وٺڻ، مالي معاملن تي توجہ بنهہ ڪين ڏيندا آهيون. سنڌ جو اڪثر عوام غربت، بک، ڏک، بيماري ۽ جهالت ۾ پيڙجي رهيو آهي، ان لاءِ ڪا جدوجهد ڪين ڪنداسون. اسين جنهن سنڌ جي ثقافت جو فخر سان ذڪر ڪندا رهندا آهيون، سا صرف اسانجي شرفا معتبرن، زميندارن، پيرن ۽ ميرن شاهوڪارن جي لاءِ آهي، جيڪي بنهہ ٿورائي ۽ اقليت ۾ آهن. انهن جي ذاتي ۽ تنگ دائري جي عياشي ۽ مسڪين مخلوق کي پنيلائڻ لاءِ آهي. اسين انهي عام مخلوق کي، انهي اسانجي قدامت جي ذهني عياشي ۾ يا انجي جادوگري ۾ ٻوڙي بيوس ڪري رهيا آهيون.

سو ذڪر هو توهان جي تازي ڪتاب جو، جنهن ۾ توهان وڏي تحقيق بعد اسانکي ٻڌايو آهي، تہ پاڪستان جو انتظامي ادارو (Beaucracy) ۽ سياسي ادارا جيڪي، پاڪستان کي نہ ڪي منظم طور هلائي سگهيا آهن ۽ نہ وري ٻئي ڪنهن کي جائز طور تي فعال ٿيڻ

ڏنو اٿن. جنهن ڪري فوج پاڪستان جي رياست تي حاوي رهي آهي ۽ رهندي ٿي اچي. انهي ڪري سمورا فيصلا آمرانہ (Dictatorial) انداز ۾ ٿين ٿا. اڄ ڪيترائي سياسي دانشور انهي راءِ تي پهتا آهن. جيئن اڳوڻي وزيراعظم يوسف رضا گيلاني بيان ڪيو. تہ ملڪ ۾ رياست اندر رياست (State within State) موجود آهي. فوج جي ڪردار ۽ انجي اثر بابت قاضي صاحب توهان ڪيترائي حوالا لکيا آهن.

سنڌ پاڪستان جو اميرترين صوبو آهي، قدرتي وسيلن سان مالامال آهي پوءِ بہ سنڌ جو ماڻهو بک مري رهيو آهي، ڳوٺ گندگي سان ڀريل آهن. هي تہ قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي پاڪستان جي حڪومتي ۽ سياسي ڍانچي بابت فاضل ليکڪ، قاضي صاحب سنڌ جا مستند حوالہ ڏنا آهن. جيڪي پڙهڻ وٽان آهن.پر سنڌ بابت قاضي صاحب توهان جيڪي لکيو آهي سو آهي تہ:

- 31 ادارا مرڪزي حڪومت جي پيٽروليم وزارت تحت ڪم ڪن ٿا. وڏا صنعتي 16 ادارا. پي آءِ اي (PIA)، واپڊا (WAPDA)، ريلوي، پاڪستان اسٽيل، هاءِ ويز وغيره جيڪي بہ مرڪز وٽ آهن. 20 ريگيوليٽري تنظيمون آهن جن ۾ سنڌ جو ڪو واسطو يا ماڻهو ناهي. اهو ثابت آهي تہ پاڪستان جي مرڪزي سرڪار ڇڙڪ اڃا هڪ شاهي ڪالونيل Colonial، امپيرل گورنمينٽ Imperial Government آهي. صوبن جي حيثيت ۾ زيردست ماتحتي جهڙي آهي، وفاق سنڌ جا وسيلا غضب ڪري رهيو آهي.
- بئنڪن مان قرض کڻڻ جو انداز ۽ وصولي معاف ڪرڻ جو ايترو تہ گهڻو آهي، جنهن جو انگ لکڻ سان تعجب وٺي ويندو.
- پنجاب جي آفيسرشاهي ئي حقيقت ۾ وفاقي حڪومت آهي.
- Punjabistan of Pakistan عنوان سان مشهور تاريخدان Ian Talbot لکي ٿو تہ"انهي ڪري ئي، تہ پاڪستان جي قومي يڪجهتي، ممڪن ڪين ٿي سگهي آهي".

- پاڪستان جو 90٪ سيڪٽرو تيل، 70٪سيڪٽرو گئس، 90٪ سيڪٽرو ڪوئلو سنڌ پيدا ڪري ٿي، سي بہ پنجاب جي وس هيٺ آهن.
- سنڌ ۾ 50 هزار پرائمري اسڪول آهن، ہيا هاءِ اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون آهن، جن سرڪاري ادارن جو حال قاضي صاحب لکيو آهي ۽ جنهن جو عام اخبارن ۾ ظاهر ٿيندو رهي ٿو.
- سنڌ جا 90 هزار ڳوٺ آهن جيڪي ختم حال ۾ آهن ۽ ڪو پُرسان حال نہ آهي.

قاضي صاحب، آمريڪي سفير ڪئمرون منٽر جو حوالو ڏنو آهي، جنهن پاڪستان بابت چيو هو. هن (ايشيا جي) سڄي خطي ۾ سنڌي ماڻهو سڀ کان وڌيڪ رواداري پُرامن ۽ بنيادپرستيءَ جا مخالف آهن. قاضي صاحب، توهان ڪلي طرح لکيو آهي، تہ محترم لياقت علي خان P.M وزيراعظم ۽ هاشم رضا ڪراچي جي ڪليڪٽر ۽ پوءِ ايڊمنسٽريٽر جي گڏجي، مخصوص لڪل ايجنڊا تي ڪم ڪندا هئا.

قاضي صاحب اهو بہ لکيو آهي، تہ 1950 ۾ لڏپلاڻ لياقت۔ نهرو پئڪٽ تحت بند ٿي، پر پوءِ هندوستان جي غير فساد شده علائقن مان لڏپلاڻ کي جاري رکڻ لاءِ پاسپورٽ سسٽم بدران پرمٽ جو سسٽم شروع ڪيو ويو جيڪا صرف گهر ڪرڻ تي هندوستان مان ايندڙ مهاجر کي ملندي هئي. جنهن جو رڪارڊ ئي گم ٿيل آهي. شهريت جو قانون 195 (Citizenship Act 1956) موجب، 1950 کانپوءِ جيڪو بہ لڏي ايندو انکي پاسپورٽ يا هتي رهڻ جي اختيار لاءِ انڪوائري ڪري شهريت ملندي هئي. انهي قانون تي عمل ڪرڻ بدران، ڪليل رستا ۽ ڪليل آمد چالو رهي، جيڪا 67 سالن کان اجا تائين هلندي رهي ٿي.

ماڻهن جي لڏڻ تہ دنيا جي موجوده حالتن موجب جاري آهي، جنهن تي اقوام متحده بہ عمل پيرا آهي، پر اهو واضع ۽ ڪليل طريقو آهي. هتي، انکي ڳجهو ۽ خفيہ رکيو ويو. ڪنهن بہ ايندڙ مهاجر جو نہ تہ

حساب رکيو ويو ۽ نہ ئي قانون جي عملداري ڪيئي وئي. هاڻي پيا سنڌي قومپرست دانهون ڪن، تہ ڌاريان نہ کپن، جيڪي ڌاريا هن وقت تہ سنڌين کان وڌيڪ سنڌ جا مالڪ بڻيل آهن. سنڌ جو وڏو وزير، پيپلز پارٽي جا سرڪردا عزيز آباد جي 90 جا ۽ نارٿ لنڊن جي در تي بيٺا آهن. اسانجا وڏا اندر وڃي، سنڌ جو سودو ڪري، سنڌ انهن حوالي ڪري اچن ٿا. ٻئي پاسي سنڌي نوجوان ٻاهر بيٺا دانهون ڪن، جنهن مان لڳي ٿو تہ رڳو دانهن ڪرڻ جو جلاب ورتل اٿن، پر انهن ۾ سياسي بصيرت جو پڻ فقدان ٿو نظر اچي.

قاضي صاحب لکي ٿو 1947 (آزادي) وقت 40 جملي سنڌي آءِ سي ايس (ICS) آفيسر هئا، جن مان 39 هندو هئا، جن هندوستان ۾ نوڪري ڪرڻ جو Option لکي ڏنو باقي اڪيلو AGN Kazi سنڌي آءِ سي ايس آفيسر بچيو. اهڙي طرح سموريون جڳهيون ٻاهران آيلن ڪنيون، جن وري ٻهمجي ڪلچر کي ۽ پنهنجي زبان کي نافذ ڪيو (مڙهيو).

فوجي حڪومتن جي قائم ٿيڻ بابت، ڪهڙن نہ سهڻن اکرن ۾ قاضي صاحب بيان ڪيو آهي، تہ هڪ دفعو فوجين کي سياسي طاقت جي استعمال جو چسڪو لڳڻ ڪانپوءِ، هو اهم انتظامي امورن تي نافذ ٿيندا ويا ۽ وڏا عهدا، زمينون، پرمٽون ۽ مالياتي فائدا خانداني اثر رسوخ ۽ تعلقاتن جو بنياد وجهندا ويا ۽ ان لاءِ وقت بوقت، ڪٺي سولين حڪومت ڇو نہ هجي، اهڙي طرح هو اهي حاصلاتون برقرار رکندا رهيا، ائين سولين حڪومتن ۽ سولين طرز زندگي جو انت ايندو ويو. اهڙي طرح هر مارشلا دور ۽ ان جو بعد ۾ اثر ٿيندو رهيو ۽ سولين سوچ، سولين زندگي، سولين خير خيرات، سولين طور طريقا ختم ٿيندا ويندا. جيئن ڪنهن ڏاڍ مڙسي واري جي هٺ هيٺ ڪنڌ نمائي جيئرو رهڻ هوندو آهي.

قاضي فضل جي هن ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ سمجهہ ۾ ايندو تہ ڇو

هن وقت سمورا سول ادارا، سياسي قوتون، سول حياتي وارو شهري، بنا مطلب، بنا پڇئي، روزانو فوجي قيادت ۽ فوجي حلقن جون نيڪيون ڪري رهيا آهن ۽ اشتهار ڇاپي رهيا آهن. ڇاڪاڻ ته صرف اهي ئي اهم آهن، زنده آهن ۽ باقي غير فوجي حلقا، صرف بي جان بوتا آهن، جيڪي پتليون ٿي نچي رهيا آهن ۽ رچايل کيل کيڏي رهيا آهن. قاضي صاحب فوجين جي طرفان زمين هٿ ڪرڻ، انهن جا معاشي ۽ صنعتي پيداواري ذريعن تي قبضي جا تفصيل، عائشه صديقه، شجاع نواز ۽ حسن عسڪري جي ڪتابن ۾ انگن اکرن جي حوالن سان بيان ڪيل آهن. ڪٿي DHA جا بنگلن وٺان لنگهي ڏسو سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاه ۽ پرائيم منسٽر نواز شريف جا تعريفي بيان پڙهي ڏسو روز هڪبئي پٺيان مداحون پڙهي رهيا آهن، جي اُهي ائين ڪندا رهندا ته پوءِ بيا انهن وٽ، وزير، ميمبر، مشير ته اها ئي پڳت ٻڌندا رهندا. قاضي صاحب، هڪ اهم حوالو ڏنو آهي، ته ڪنهن اخبار واري نواز شريف جي اوائلي دور (1990 واري ڏهاڪي) ۾ ان وقت جي مقرر ڪيل فوجي ڪمانڊر ان چيف جنرل آصف نواز کان سوال پڇيو: توهان نواز شريف جا ماٺهو ٿي رهندو؟ ته ان تي جنرل مسڪرائيندي جواب ڏنو ته "جنهن شخص جي آڱر جي اشاري تي پنج لک فوج حرڪت ۾ اچي ٿي، اهو ڪنهن جو ماڻهو نٿو ٿي سگهي". اهو صرف پاڪستاني فوج جو ۽ پڻ پنهنجي من جي موج، جنهن کي هو ضمير ٿو چوي، انجو پابند آهي. قاضي صاحب وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته اتي اهڙي جمهوريت ئي هلي رهي آهي، فوجي ڪير آهن؟ ڪٿي جا آهن؟ اهڙي حالت ۾ هن سنڌ سگوري جي هٿ ۾ ڇا هوندو؟

هن وقت عام طرح ائين چيو وڃي ٿو ته پاڪستان جو خاڪو علامه اقبال پنهنجي آل انڊيا مسلم ليگ جي الهه آباد واري 1930 جي تقرير ۾ پيش ڪيو هئو اهو قاضي صاحب هن ريت بيان ڪيو آهي، ته "مان ڏسڻ ٿو چاهيان ته مسلم اڪثريت وارن صوبن پنجاب، نارٿ

ويسٽ فرنٽيئر (هاڻوڪو خيبرپختونخواه)، سنڌ ۽ بلوچستان کي ملائي برٽش سلطنت جو صوبو يا اسٽيٽ ناهجي." انهي تي انگريز حڪومت طرفان، ڪن سندن دوستن اعتراض ڪيو تہ اقبال آزادي جي تحريڪ تو هلائي ۽ انگريز سلطنت شاهي خلاف آهي. هن کي اهڙو خط 4 مارچ 1934 تي ايڊورڊ ٿامسن Edward Thomson طرفان لکيو ويو. انجي جواب ۾ اقبال لکيو تہ "منهنجو پاڪستان جي اسڪيم سان ڪو بہ تعلق ناهي، مون صرف وڏي پنجاب صوبي ٺاهڻ جي ڳالهہ ڪئي هئي، جيئن هندوستان جي فيڊريشن ۾ اتر اولهہ هندوستان ۾ هڪ علائقو انگريز سلطنت جو حصي طور هجي". قاضي صاحب انهي خط جي معنيٰ ۾ اقبال جو تصور بيان ڪندي لکيو آهي، تہ اقبال جي منشا، صرف هڪ مسلماني صوبي جي هئي، جنهن ۾ ظاهر آهي، تہ پنجاب جي گهڻائي ۽ بالادستي هجي ها، جيڪو اڳيان هلي اهڙي ئي قسم جو خاڪو مغربي پاڪستان جي نالي ۾ ون يونٽ جي صورت ۾ برپا ڪيو ويو هئو جيڪو بنگال جي ٽٽڻ بعد، باقي رهيل پاڪستان طور قائم و دائم آهي. موجوده پاڪستان جناح جو پاڪستان نہ آهي، پر علامہ اقبال جي خيال وارو پاڪستان آهي. جنهن جي سرپرستي پنجاب ڪري رهيو آهي.

قاضي صاحب، پنهنجي ڪتاب ۾ وڏيڪ پاڪستان جي ماليات ۽ ٽيڪسن جو ائين ذڪر ڪيو آهي، تہ ڪيئن نہ ان ۾ سنڌ کي ڦريو ويجي ٿو جيئن تہ قاضي صاحب، ماليات ۽ بئنڪنگ جو وڏو ماهر آهي، تنهنڪري هن تفصيل سان اهڙا سڀ انگ اکر پيش ڪيا آهن. قاضي صاحب، ون يونٽ جي قيام ۽ انجي اثران بابت پڻ تفصيل سان لکيو آهي، تہ ڪيئن ون يونٽ ذريعي، سنڌ جي وسيلن انهن جي زبان، ثقافت، نوڪرين ۽ زمينن تي قبضا ڪيا ويا هئا. جنهن کان پوءِ 1969 ۾ ان کي ڪوڪلو ڪري ون يونٽ جو خاتمو آٽي، سنڌ صوبي کي واپس بحال ڪيو ويو. قاضي صاحب، ANP جي حاجي عديل جي ڪتاب

(Politics of identity, ethnic nationalism and the state of Pakistan)، مان تفصيل سان حوالا ڏنا آهن. حاجي عديل ائين بہ لکيو آهي، تہ "انهي علامتي حالتن جي ڪري، اها ڳالهہ تعجب خيز نہ آهي، جو سنڌي سمجهن ٿا، تہ انهن لاءِ بيٺڪي نو آبادي واري نظام جو آغاز پاڪستان جي ٺهڻ ڪانپوءِ شروع ٿيو آهي". قاضي صاحب بنگلاديش جي آزادي جي محرڪن، تي تفصيل سان لکيو آهي. قاضي صاحب اهو پڻ تفصيل سان لکيو آهي، تہ اجا تائين ڪو بہ سنڌي جنرل General جي عهدي تي ناهي رکيو ويو ڪو بہ ڪمانڊر ناهي، ڪو سنڌي نيوي ۾ ڪمانڊر ناهي، ڪو سنڌي ايئر مارشل ناهي، انهن ڪي ٽيسٽ ڪرڪيٽ ۾ ڪو بہ موقعو ناهي ڏنو ويو آهي ۽ ان طرح 50 صنعتي ادارن ۾ ڪو بہ سنڌي سربراهہ نہ بنايو ويو آهي. هن حاجي عديل جي ڪتاب جو حوالو ڏنو آهي، جنهن ۾ هن لکيو آهي، تہ "سنڌين لاءِ ملٽري حڪومت ڪا بہ معنيٰ نٿي رکي، انهن لاءِ جڏهن ڌارين فوج سنڌ فتح ڪري، والاري آهي. سنڌين جي نوڪرين ۾ ڪوٽا سسٽم تي عمل نٿو ڪيو وڃي، انهن جي ٻولي کي تسليم نٿو ڪيو وڃي تہ جڏهن توهان جمهوريت هوندي بہ ان ۾ شريڪ نہ آهيو." مطلب تہ قاضي صاحب انگن اکرن سان اهو ثابت ڪيو آهي، تہ ڪيئن پاڪستان جي حڪومتي ڍانچي ۾ سنڌين لاءِ ڪا بہ جاءِ ڪانهي، جڏهن مٿن ٻيا حڪومت ڪن ٿا. هن ڪامورڪي آڪڙ ۽ لهڻ ڪانپوءِ انهن جي بي وسي تي سٺا نقطا بيان ڪيا اٿس. قاضي صاحب اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي تازو فارغ ٿيل گورنرجو مهاجر آهي، جيڪو پڻ حيدرآباد جو رهاڪو آهي ۽ سنڌ يونيورسٽي ۾ پڙهيو. اتان پڻ اڳتي وڌيو. ان تي وڏي چارج شيٽ طور لکيو آهي، تہ هن ڪيئن هڪ سنڌي طور نوڪري حاصل ڪيئي ۽ ڪيئن سنڌين لاءِ سرڪاري ۽ مالي ادارن ۾ داخل ٿيڻ جا دروازا بند ڪيا. قاضي صاحب اهو بہ تفصيل سان لکيو آهي، تہ هي ماڻهو ڪيئن ترقي ڪن

ٿا؟ اڳتي وڌن ٿا ۽ اسان لاءِ ترقي جا رستا بند ٿا ڪن. اهڙي طرح ڪامورڪي ذهن جو سٺو تجزيو ڪيو اٿس. قاضي صاحب اسٽيٽ بئنڪ جي اڳوڻي گورنر عشرت حسين تي 10 صفحن جي چارج شيٽ لکي آهي ۽ انڪان جواب پڻ طلب ڪيا اٿس. آخر ۾ قاضي صاحب لکي ٿو جيستائين ملڪ ۾ سنڌين خلاف بنيادي پاليسين ۾ تبديلي نہ آندي ويندي، تيستائين ڪو مناسب فائدو نہ ٿيندو. قاضي صاحب انهي مالي ادارن ۾ سنڌين سان ٿيندڙ نا انصافي تي، مدلل مضمون نگاري ڪئي آهي، جا هر ڪنهن سنڌي کي پڙهڻ کپي، تہ ملڪي ادارن ۾ هنن جي ترقي جا رستا، ڪيئن بند ڪيا وڃن ٿا. قابليت جي بهاني ۾ ملڪ جي شهرين کي معاشي منصوبا بندي ۾ شراڪت ۽ فائدا حاصل ڪرڻ کان ڪيئن روڪيو وڃي ٿو. هي جو قابليت جو ڍونگ رچايو وڃي ٿو اهو سڀ ڪجهہ صاحب اقتدار جي، ناجائز طور طريقن ۽ ڦرلٽ کي، جائز قرار ڏيڻ جو موقعو فراهم ڪري ٿو.

انهي ڪتاب ۾ توهانMeritocracy يعني استحقاتي حڪومتي نظام کي، ڍڪيل انداز ۾ ڦرلٽ جا رستا کولي ڏيڻ جو رستو چاٽايو آهي. توهان جي صلاح آهي، تہ اسانکي انهن زيادتين خلاف مضمون لکڻ ۽ بيروزگارن جي جماعت ٺاهي، گهرون پيش ڪرڻ کپن. قاضي صاحب توهان موجب، U.P جي مسلمانن کي U.P ۾ آدمشماري 14 سيڪڙو هئي ۽ هنن جي ڪوٽا 20 سيڪڙو هئي. مسلمانن جي ICS ۾ بہ ڪوٽا هئي، پر هاڻي هو هتي سنڌ ۾ ڪوٽا جي مخالفت ڪندا رهن ٿا.

قاضي صاحب، پاڪستان جي تحريڪ بابت لکي ٿو تہ اها رڳو مسلم اقليتي صوبن جي لاءِ تہ نہ هئي، حقيقت ۾ اها مسلم اڪثريتي صوبن جهڙوڪ: سنڌ، پنجاب، پختونخواهہ بلوچستان ۽ بنگال جي لاءِ هئي. پوءِ اقليتي صوبن جي مسلمانن طرفان، انجي گهر ڪرڻ ڪهڙي معنيٰ ٿي رکي؟ اهي ڪيئن ٿي پاڪستان جا معمار بنجي سگهيا؟ ان

طرح، ڇا فساد ڪرائي، هندن کي پاڪستان ۾ شامل صوبن مان زوريءَ تڙي ڪڍڻ. ئي پاڪستاني تحريڪ جو مطلب بنجي ٿو؟ ان طرح سنڌين کي غربت، افلاس، جهالت، بيماري، بيروزگاري جي شڪنجي ۾ ايترو تہ . جڪڙيو ويو آهي، جو آزادي، ڇڙڪ هنن جي ڳچي جو ڳٽ بنجي ويئي آهي. هو پنهنجي وطن ۾ ٻي وطن ٿيندا ٿا وڃن. توهان ظفر اقبال جي مضمون جي حوالي سان پڙهڻ لکيو آهي، تہ هندوستان ۾ مسلمانن جي ڪوٽا تي، داخل ٿيل ICS آفيسرن مان، 85 ڇڙا پاڪستان ۾ آيا، جيڪي هر دور جي هر پوزيشن ۾ حڪومتن مٿان حاوي رهيا. پاڻ اڃا بہ وڌيڪ آفيسر فوج مان ۽ صوبائي سروسز مان کنيا ويا، جيڪي سمورا پنجابي هئا ۽ وري 1947 ۾ CSP امتحان جي نالي ۾ بنا ٽريننگ جي، تڪڙا تڪڙا خانہ پُر ڪيا ويا. جنهن ۾ سنڌي آفيسر سموري لسٽ کان ٻاهر هئا.

قاضي صاحب توهان حوالو ڏنو آهي تہ Henry Frank Good now پنهنجي ڪتاب The Civil Service of Pakistan ۾ ڄاڻايو آهي، تہ 1954 ۾ CSP آفيسرن جون جملي پوسٽون 519 هيون، جنهن مان، 80 مرڪزي حڪومت ۾ هئا ۽ باقي 439 صوبن ۾ ڊپٽي ڪمشنر، ڪمشنر ۽ صوبن جي سيڪريٽري طور مقرر هئا. جن معرفت، مرڪز صوبن تي راڄ ڪندو هو، اختيار هلائيندو هو ۽ ڪنٽرول ڪندو هئو. ياد رهي تہ جيڪي ڪامورا مرڪز جي زور تي فوجي ڪمانڊر جنرل ايوب خان سان مليل، گورنر جنرل غلام محمد ذريعي ملڪ جي اقتدار تي، قابض رهيا هئا. ياد رهي تہ گورنر جنرل غلام محمد اهو ماڻهو هئو، جنهن 1954 ۾ پاڪستان جي پهرين آئين ساز اسيمبلي، جنهن کي پاڪستان جو نئين آئين ٺاهڻ سان گڏوگڏ، ان وقت جي باقي قانون سازي ڪرڻ جو پڻ Sovereignty اختيار حاصل هئو ان اسيمبليءَ کي ڊسمس ڪري ڇڏيو هئو. اهڙي طرح پاڪستان ۾ جمهوريت جو جنازو نڪتو ۽ اسين، اڃا انهي بنا ساهہ واري، نالي ماتر اختيارين واري،

جنازي معرفت حڪومت هلائڻ ڪي جمهوريت چئي رهيا آهيون. جڏهن تہ جمهور ڪي 1954 ۾ ئي گهٽو ڏيئي مڙدو بنايو ويو هئو پر اسين اڄ ڏينهن تائين ان لاش ڪي پوڄيندا ٿا وتون.

هن ڪتاب ۾ توهان بشارت بہ ڏني آهي، تہ "ستا اٿي جاڳ ننڊ نہ ڪجي ايتري، سلطاني سهاڳ ننڊون ڪندي نہ ملي". انهي باب ۾ قاضي صاحب، سول سروس ۽ پوليس سروس بابت ڪي رٿون پڻ ڏنيون آهن، جن تي عمل ڪيئن ٿي سگهندو؟ سا خبر خدا کي؟ اسين تہ ننڊ ۾ مدهوش آهيون.

اڳوڻي اسٽيٽ بئنڪ جي گورنر عشرت حسين پاران، سندس ڪتاب ۾ حڪومت ۽ ان جي مالي ادارن جي ڪاروبار هلائڻ جا تمام هاءِ ڪلاس طريقا انتظام ۽ حڪومتي سڌارن جا بيان ڪيا آهن. پر اُهو سڀ ڪجهہ لکندي بہ، انهن تي رڳو نالي ماتر عمل ڪندي ۽ پنهنجا ذاتي مفاد ۽ رايا مڙهيندي، جيڪي راڳ ڪيا ويندا رهيا آهن. توهان پاران ان تي چڱي ساري تنقيد ڪيل آهي، تہ ڪيئن نہ دانشور ۽ قابل شخص، بہ صرف ذاتي پسند ڪي ڪيئن نہ نظام مٿان مڙهين ٿا. عشرت حسين، جنهن نظام جو حصو رهيو آهي، ان لاءِ هو خود بہ تسليم ڪري ٿو تہ "حڪومتي ادارن تان عوام جو ويساهہ ختم ٿي چڪو آهي". قانون ۽ تحفظ جو نظام ناڪاره بنجي چڪو آهي، شخصي زندگي ۽ ملڪيت جو تحفظ مستقل خوف ۽ هراس جي ڪيفيت ۾ آهي. چاهي ٻهراڙي جو غريب هجي يا شهر جو رهواسي هجي، ان لاءِ عدالتي نظام سست، ديرپا، الجهيل ۽ مشڪل ٿي پيو آهي. عدالتي نظام مان اصولي غير جانبداري ۽ توازن خارج از امڪان بنجي چڪو آهي. ان لاءِ عام تاثر اهو آهي، تہ پوليس ۽ عدالتي نظام تي، طاقت ۽ وسائل، جي ذريعي ٻين جي مٿان فوقيت حاصل ڪري سگهجي ٿي. ٻئي طرف نشيدار شين ۽ ڪلاشنڪوف ۽ شخصي هٿياربند جٿن، ملڪ ۾ تشدد جو نظام ڪي برپا ڪيو ويو آهي.

انهي خيالي مفروضن جو ذڪر ڪنديءِ عشرت حسين تي تنقيد ڪنديءِ انجي بي عملي بابت لکندي لڳيم ٿو تہ شايد هو خود بہ انهن جي گروپ مان آهي، ڇاڪاڻ تہ هو تنقيد ڪان مٿي نڪري ڪين سگهيو آهي. جهڙي طرح عشرت حسين رنگ بدلائيندو رهيو آهي، ان لاءِ قاضي صاحب بہ انهي مقولي تي ڀروسو رکي ٿو تہ اعليٰ آفيسرن ۾ اها خاصيت موجود آهي، تہ هو هر ايندڙ وقت مطابق پنهنجو رنگ بدلائي سگهي ٿو. اهڙي قسم جو عمل نہ ڪرڻ سبب ئي شايد قاضي صاحب عشرت حسين واري جڳهہ تي رسي ڪين سگهيو. ان لاءِ هاڻي سوال اهو آهي، تہ ڇا قاضي کي بہ ايئن رنگ بدلائڻ ڪپي ها؟

ڪاميٽين جوڙڻ واري ڪم جو بي معنيٰ هجڻ تي، پڻ قاضي صاحب پنهنجي راءِ ڏني ڪئي آهي. قاضي صاحب بئنڪن طرفان اربين کربين روپين جا قرض معاف ڪرڻ جا بہ تفصيل ڏنا آهن ۽ اهو پڻ لکيو آهي، تہ ڪهڙن اميرن ۽ شاهوڪار ۽ صاحب ثروت، مال ملڪيت وارن کي اربين روپين جا قرض، ڪيئن بئنڪن طرفان مُعاف ڪيا ويا آهن. جيڪي عام ماڻهن جي بئنڪن جي ڊپازٽ مان ڏجن ٿا. انهي ڪري اهو بئنڪن جو منافعو ۽ سيڙپڪارن جي ڦر ڪرڻ جي برابر هجي ٿو. ائين ڪجهہ بئنڪر ۽ سرڪاري حاڪم، غريب ۽ ڏتڙيلن کي، راتورات شاهوڪار، مالدار ۽ توانا بنايو ٿا ڇڏين ۽ ان طرح عشرت حسين ۽ نواز شريف پاران، هڪ لخت ۾ ڪک پتي کي ارب پتي بڻائين ٿا. پر اهڙي عنايت سنڌي تي تہ هلڪي بہ نٿي ٿئي، جنهن لاءِ اصلاحات جي ضرورت آهي. پر قاضي صاحب جنهن حلقي جو فرد آهي، انهن طرفان ڪيئن ۽ ڪهڙا اصلاحات آڻجن؟ قاضي صاحب اهو نٿو سمجهائي. هاڻي سنڌ پاڪستان ۾ نا اهلي ۽ بدعنواني جا قصا بيان ڪنديءِ قاضي آخر ۾ ان ڳالهہ تي پهتل لڳي ٿو، تہ تهذيب جو ارتقا بقول ٽي ايس ايليٽ T.S. Eliot تہ ”تهذيب زمين مان ڦٽي ٿي“ ۽ قاضي صاحب انجي وضاحت ڪندي لکي ٿو ”ڪنهن بہ تهذيب جي

ارتقا ۾ واڌارو تيستائين ناممڪن آهي، جيستائين براه راست انجو واسطو مقامي سرزمين سان نہ آهي، جن جو رشتو سرزمين سان نہ آهي، انهن کي بي بنياد ۽ هوائي، توائي چئي سگهجي ٿو“.

قاضي صاحب، توهان عملي محنتون، تحقيقاتون ۽ ريسرچ ڪندي، مالي ۽ سياسي ڏکيائن جو پڻ ذڪر ڪندي، آخري باب ۾ اچي تن تهذيب ۽ ثقافت تي رسيا آهيو ۽ لکندي اهو بہ چيو آهي تہ ”سنڌ جون سوچون تمام محدود آهن ۽ خوف ۽ خطرا تمام وڏا آهن، ان لاءِ سنڌ جي ثقافتي ورثي کي، وڌيڪ اثرانداز ڪرڻ لاءِ، ڪجھ انقلابي تدبيرن ۽ تجويزن جي پڻ ضرورت آهي، ۽ وري ائين بہ صلاح ڏني اٿس تہ ان لاءِ ”روايتي انداز کي ترڪ ڪري نين تقاضائن جي حصول لاءِ ڪوشش ڪرڻي پوندي“.

اهو ڪيئن ۽ ڪھڙي طرح؟

قاضي صاحب ان لاءِ ڪجھ نہ لکيو اٿو صرف ليو ٽالسٽاءِ Leo Tolstoy جو قول لکيو آهي، تہ ”فن اهو انساني عمل آهي، جنهن جي ذريعي منفرد، بلند خيالن ۽ اعليٰ احساسات کي ٻين تائين پهچائجي“.

۽ پوءِ هو تاجل بيوس جي شاعري تي پڻ قلم آزمائي ڪري ۽ حالتن جي منظر نگاري ڪري ٿو. ڇٽڪ چين وارن وانگر، آفيم کائي غافل ٿي سمهي ٿا رهو ۽ ٻيا ٽپڙ ٻيا سورين ۽ ان طرح سنڌ ويچاري صدقي جو ٻڪر بڻجي وئي آهي.

هيءُ هڪ خط جي مضمون جو اول حصو آهي. اڳتي ٻيو حصو لکندس جنهن ۾ پنهنجي راءِ پڻ لکندس، تہ اسان کي هاڻي ڦرجڻ بعد، ڇا ڪرڻ گهرجي؟

ادبن، نيازن ۽ پيارن سان
اوهانجو
روچي رام

ٽيون خط
1ڊسمبر 2014
ڪراچي.

# پاڪستان جي وجود جو بنيادي سماجي معاهدو

پيارا فضل سليمان،

توهان جيڪي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي، ان ۾ ورتل موقف سان تڪرار ناهي. توهان وڏي تحقيق ۽ مطالعو ڪيو آهي. ذڪر ڪيل وقت ۽ گذشته حالتن ڪي روبرو ڏٺو آهي ۽ محسوس ڪيو آهي ۽ آخر اسان کي اهو نتيجو ڪڍي ڏنو آهي ته اسين ڪيئن ڪيئن "صدقي جو ٻڪر" ٿيندا آيا آهيون. اهي سمورا واقعا جن بي انصافين کي پيدا ڪيو، واضح ڪري لکيا اٿو سي عيان ۽ چٽا آهن. پر اهم سوال اهو ناهي، ته اهي ڇو ٿيا آهن ۽ ڇو ٿيندا رهيا آهن؟ پر سوال اهو پيدا ٿئي ٿو ته انهيءَ حالت تي رسڻ ۾ خود اسان جو ڪردار يا خوشي سان شامل ٿيڻ جي تاريخ پڻ موجود آهي. ڀلا ان طرف ڏيان ڇو نٿو ڏنو وڃي ته اسان ڀُلون ڪيون آهن ۽ اسين به قصوروار آهيون. اسان جي

مقتل ۾ حاضر ٿيڻ جون بہ واضح شهادتون موجود آهن. اهي بيان ڪرڻ کان ڇو روگرداني ڪئي وڃي ٿي جڏهن تہ هيڏا سارا وطن دوست، عالم، تاريخدان، تجزيہ نگار بہ موجود آهن، اهي ڀلا ڇو نٿا بيان ڪن؟ توهان خود بہ انهيءَ ذڪر کان پاسو ڪيو آهي.

پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ، تحريڪ ۾ حصو وٺڻ جي سوال کي تہ اهو صحيح هو يا غلط اسان ان کي روڪي سگهڻ جي حالت ۾ هئاسون يا نہ ان تي في الحال راءِ زني ڪو نہ ٿو ڪريان. ڪيترين ثابتيون تہ روز روشن جيان چٽيون پيون ڏسجن . ڪٺي بنگلاديش ۽ بلوچستان تي نظر ڪريو. پر آئون انهيءَ سوال جي جواب کان ڪنارو ڪندي ماضي قريب ۽ موجوده سنڌي ذهنيت ۽ عمل بابت ڪجهہ لکان ٿو

ڳالهہ سمجهڻي آهي تہ ڏيارام گدو مل (D.J) سنڌ ڪاليج جي افتتاح کان، سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جي افتتاح کان ، سيٺ وشنداس کان، رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي کان، محمد علي جناح کان، بمبئي کان، سنڌ جي جدائي کان، 1935ع واري گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ کان، 1936ع کان، سنڌ جي جدا صوبي ٿيڻ کان،سنڌ جي ڪانگريسي ليڊرن جو آل انڊيا جي سياست طرف جهڪاءُ کان، 1937ع جي اليڪشن کان، منزل گاه فسادن کان، الله بخش سومرو جي شهادت کان، 6 جنوري 1948ع تي ڪراچي جي فسادن کان، سنڌ مان هندن جي لڏپلاڻ کان، ڪراچي ۾ پاڪستان جي گادي قائم ڪرڻ کان، 1946ع جي ڀنهي اليڪشن کان، 1938ع ۾ سنڌ مسلم ليگ جي ڪراچي اجلاس ۾ پاڪستان جي گهر ڪرڻ کان، 1943ع ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ پاڪستان جي ٺهراءَ کان. سکر بئراج، ڪوٽڙي بئراج ۽ گدو بئراج جي ٺهڻ ۽ انهن جي زمين جي نيڪال کان، سنڌ اسيمبلي طرفان جون 1947ع ۾ شامل ٿيڻ جي ٺهراءَ کان، خان بهادر ايوب کهڙي جي 1948ع ۾ سنڌ جي پرائمنسٽري جي ڊسمس کان، 1955ع ۾ ون يونٽ قائم ٿيڻ کان، ون يونٽ خلاف تحريڪ، ان جي ٽٽڻ ۽ سنڌ جي بحالي کان، ذوالفقار علي ڀٽي جي عظمتن ۽ ڦاسي(شهادت) کان، MRD جي تحريڪ کان اسلامي نالي واري نظام کي جنرل ضياءَ الحق جي اقتدار

قائم رکڻ لاءِ استعمال ڪرڻ کان، مولانا مودودي جي آزاد ۽ جهموري پاڪستان بدران ان جي سياست کي مذهب جي تعصب ۾ وکوڙڻ کان ۽ انهي سيني جي اثر کان مضبوط سنڌي قومپرست تحريڪ جي قيام تائين سنڌ ۾ وڏو سياسي اپار پيدا ٿيو آهي ۽ سنڌ بچائڻ لاءِ موثر تدبيرون شروع ٿيون آهن. اسين انهي سنڌ سجاڳ جي سحر جي نشي ۾ مخمور ٿي ويا آهيون. ايڪتا جي پروگرام جي جادو ۾ غرق ٿي ويا آهيون پر پوءِ بہ قاضي فضل صاحب اها سياست ايترو بااثر چو ناهي. اهو هلڪڙو نشو آهي، انهي چيڪ کي سياست ۾ يا اليڪشن ۾چو متائي نٿو سگهجي. ڇا اهي سنڌي ووٽ جي عمل ۽ سياست لاءِ، ڪجھ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪافي ناهن

اسان جي نفسيات ۽ بي وسي جي ڪيفيت جيڪا محترم قاضي فضل سليمان توهان جي ڪتاب مان ظاهر ٿي رهي آهي ان جو بنياد بنيادي اثر ۽ حل ڳولي لهڻو آهي. ان لاءِ توهان کي وڏيڪ ڪجھ تحقيق ڪري ريسرچ ڪري نئون ڪتاب لکڻو پوندو. جيئن سنڌ جي مخلوق کي حرڪت ۾ آڻي سگهجي. ذاتي مفاد تاريخي ورثي سان گڏ 1940ع جي لاهور واري پاڪستان جي ٺهراءَ (Resolution) تحت لکت ۾ هڪ سماجي ۽ سياسي ايگريمينٽ (social and political contract) ۾ يانگي پائيوار آهي ۽ ان جي شرطن جو پابند آهي. جنهن جي پيڙهہ تي پاڪستان بيٺل آهي. ان تي عمل کان انڪار تہ پاڪستان ۾ شامل صوبا خود مختيار آهن sovereign ۽ Independent . جنهن جي روگرداني سان پاڪستان جي نفي ٿئي ٿي. اسان انهيءَ "سوشل ڪانٽريڪٽ". سماجي، سياسي معاهدي جي خلاف ورزي ۽ رد ڪرڻ لاءِ، چو ڪين ٿا قلم هلايون؟

وري پاڪستان جي خالق قائد اعظم محمد علي جناح 11 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جي آئين ساز اسيمبلي (جيڪا پاڪستان جي قانون ساز پارليامينٽ بہ هئي) ان جي صدر منتخب هجڻ وقت چيو هئو پاڪستان تحريڪ جي تلخين کي وساري تلوارون ڦٽيون ڪريو ۽ سڀ گڏجي پاڪستاني ٿيو. هاڻ مذهب جو سياست سان ڪو

واسطو نہ رهندو. انهيءَ اصولن کان روگرداني پاڪستان جي اساس جي برخلاف آهي ۽ غير آئيني آهي. ان دليل تي توهان قلم چو نہ هلايو آهي. پاڪستان جي مخلوق جي خدمت ۽ شهرين جي حڪومت، سياست، پاڪستان جي سياستدانن وٽ امانت آهي. ان ۾ خيانت غير اخلاقي ٿيندي، روز روز نڪي پاڪستان ٺهندو نڪي ٽٽندو. جيڪو بہ پاڪستان آهي سو اسان لاءِ مقدس آهي. ان جي بنيادي اساس کان انڪار نامناسب ۽ غير قانوني ٿيندو.

پنجاب ۾ ان جو عوام، سياستدان، مذهبي ليڊر اسان جا هم شهري آهن. هنن کي ڏاڍ ذريعي سنڌ سان بي انصافي نہ تي ڪرڻ جڳائي. قاضي صاحب توهان جيڪي سوال اٿاريا آهن، سي جائز آهن پر ان لاءِ پاڪستان جي پنجابي ايسٽيبلشمنٽ establishment ۽ سياستدانن، کي ذڪر ڪيل اساس جو پابند ٿيڻ کپي ۽ نہ اسان تي غداري جون تهمتون هڻن کپن. مشهور ليڊر ۽ هائوس آف ڪامنس (پارليامينٽ) جي مشهور تقرير باز ايڊمنٽ برڪ لکيو هو. حڪومت جي سائنس بہ عملي نوعيت جي سائنس آهي ۽ عملي مقاصد لاءِ قائم ڪيل هوندي آهي. توهان ڪيترائي عقلمند هجو باريڪ بين هجو انهي چار مان نڪرڻ جو رستو ڳولي ڪين سگهيا آهيو. هٿيار بند تحريڪ هلائڻ جي طاقت توهان ۾ ڪين آهي. جمهوري تحريڪ جي سائنس کان واقفيت ناهي. وڏيڪ غور ۽ فڪر جي ضرورت آهي. مذهبي عقيدي، جديد سياست جو قانون ۽ ۽ عدالت جي بااثر هجڻ جي، ان جي مهارت کان، سياسي فڪر جي ڪاريگري کان واقف ناهيو. اسان جي سنڌي دانشورن جو رخ صرف ڪنهن بيٺڪي Colonial حڪومت جي دٻاءَ هيٺ مفاهمتي ۽ احتجاجي لٽرچر جي زبان جو استعمال آهي ۽ نڪي بهادر ۽ وطن دوست سالار جو.

فقط

روچي رام

”سنڌ جي جديد دور ۾ اسان کي قومي حيثيت طرف سجاڳ ڪرڻ وارو شخص محترم جي ايم سيد آهي، جنهن سنڌ جي تاريخي عظمت جي آزادي لاءِ، ٽيهه سال قيد و نظربندي ۾ گذاريا آهن، انجي فڪر کي جديد دور ۾ عمل هيٺ آڻڻ ۽ آزادي جي حصول لاءِ ڪوشش ڪندي، سنڌ ۽ سنڌين کي سجاڳ ڪيو. دنيا ۾ علم جا نوان پٽ کلڻ پيا، روز نوان حل معلوم ٿيندا رهن ٿا، ان لاءِ ڪيترائي قومپرست پنهنجي نموني سان تحريڪون هلائين پيا.

جلال محمود شاهه بہ جي ايم سيد جي 1936 ۾ جاري ڪيل سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي جي لائين ۽ نالي تي پارٽي ٺاهي، جي ايم سيد جي مشن کي اڳتي وڌائڻ ۾ لڳل آهي. مونکي سندس ڪم پسند آهي، تہ هن وقت جي حالتن مطابق هو ساڳيو مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ڪوشان آهي. مونکي جيڪي قومپرستي بابت وقت بہ وقت خيال آيا آهن، عالمي سطح تي تسليم ڪيل ۽ مڃيل آهن، سي مون جلال محمود سان ڪيس خطن جي صورت ۾ ونڊيا آهن، تہ انسان جي ذاتي وجود ۽ بقا لاءِ اجتماعيت، سياسي تحريڪ جو نظام، سماجيات، سياست ۽ معاشيات، تمدن ۽ ڪلچر بنا قومپرستي ۽ نيشنلزم جي اڳتي هلي ڪين سگهندا. نيشنلزم ئي سياسي حرڪت، جمهوريت، رياست جي وجود، انساني حقن ۽ اقليتن جي حقن جي حاصلات لاءِ پيڙهه جي پٿر جي حيثيت رکي ٿو.“

پهريون خط
14 سيپٽمبر 2014.
ڪلفٽن ڪراچي.

# جمهوريت ۽ انجو پاڪستان ۾ نفاذ

پيارا جلال شاهه
هن وقت سياسي سوچ، سياسي عمل، سياسي معاش، سماج ۽ حڪومت تي جيڪو خيال حاوي آهي ۽ پڻ نظرياتي طور استعمال ٿئي ٿو، ان کي جمهوريت جو نالو ڏئي استعمال ٿا ڪن ۽ ان جي رهنمائي ۾ ذاتي ۽ اجتماعي زندگي گهارين ٿا. ان جو مرڪزي نقطو آهي: Government of the people, by the people, and for the people اسين مشرقي ملڪن جا ماڻهو جيڪي ملڪ ٺاهي، حڪومت ٺاهي، سماج ٺاهي، تاريخي عمل مان گذريا آهيون، تنهن ۾ اسان جمهوريت جو سياست ۾ استعمال ڪين ڪيو آهي. اهو جمهوريت جو خيال موجوده شڪل ۾ اسان کي يورپ کان انگريزن جي معرفت مليو آهي ۽ اسان انگريزن جي جمهوريت ۽ سياسي جوڙجڪ کي اختيار ڪيو آهي.

اسان جون حڪومتون ۽ حڪمران ڪٿي فوجي ڏاڍ جي زور تي حاڪم ٿيا هئا، راجا مهاراجا، بادشاهه يا شهنشاهه ٿيا هئا تن مان ڪيترائي رعيت جي فلاح ۽ بهبود جي طرف توجهه ڏيندا هئا، پر

حڪومت جي جوڙجڪ، حاڪم جي حاڪمي، جمهوري طريقي سان ختم نہ ٿيندي هئي.

اڄ اسين انهي جمهوري فلسفي تي ويچار ڪنداسون، تہ ڪيئن اسان اهو اختيار ڪيو اهو ڇا سمجهي ۽ اسان ان کي پنهنجو ڪيو آهي. هن وقت دنيا ۾ جتي ڪٿي، جمهوريت ۽ جمهور جو چوڻول هلي ٿو. مراعت يافتہ دولتمند، مذهبي رهنما، فوجي آمر، ڪارخانيدار جيڪو بہ حڪومت هٿ ڪري ٿو ۽ حڪومت نافذ ڪري ٿو سو جمهوريت جي نالي ۽ رنگ ۾ حڪومت جي شڪل ناهي ٿو.

هن دور ۾ جمهوريت نافذ ڪرڻ جو طريقو اليڪشني آهي، هاڻ تہ حڪومت، اليڪشن ۾ اڪثريت وارن کي ئي ملندي ۽ اقليت کي حڪومت ڪين ملندي. پوءِ اها مذهبي هجي، نسلي هجي يا تهذيبي هجي، تمدني هجي يا مختلف ٻولين واري هجي. انهن کي صرف اهي حق ملندا، جيڪي اڪثريت وارن جي قانون پٽاندڙ هوندا. سوان طرح جمهوريت معنيٰ اڪثريت جي حڪومت آهي. هاڻي جي اڪثريت سٺي حڪومت نہ هلائي، انصاف نہ ڪري، ارهہ زورائي ڪري، ڪرپٽ ٿئي، اقليتن سان ظلم ٿئي، تہ پوءِ ان کي "اڪثريتي ڊڪٽيٽرشپ" چئبو يا "اڪثريت جي دهشتگردي" چئبو. سو جمهوريت ڪا مثالي حڪومت نہ ٿي چئي سگهجي، برطانيہ جنهن جو سرڪاري نالو يونائيٽڊ ڪنگڊم ((UK آهي، اتي يڪسان (Unitary)، نموني جي پارلياماني جمهوريت آهي. آمريڪا (USA) وفاقي (FEDERAL) جمهوريت آهي. ڪئنيڊا ۾ پارلياماني، وفاقي جمهوريت آهي. ساڳئي نموني هندستان ۽ پاڪستان ۾ وفاقي پارلياماني جمهوريت آهي. روس ۾ جڏهن اڃا ڪميونسٽ حڪومت هئي، جا "عوامي ڊڪٽيٽرشپ" Dictatorship of Proletariat هوندي هئي، پر اها بہ پاڻ کي "عوامي جمهوريت ۽ وفاق" سڏائيندي هئي، پر 1945ع کان اڳ روس ۾، هٽلر جي نازي ناليواري جرمني ۽ اٽلي ۾، فاشسٽ

(Fascist)نالي واريون حڪومتون هيون. پر سڀ جمهوري طريقي سان اليڪشن ذريعي پاور ۾ آيا هئا. تنهنڪري جمهوريت جا مختلف رنگ، نمونا ۽ شڪليون ٿين ٿيون. حڪومت جا طريقا وڏي فلاسافر افلاطون (Plato) سقراط جي شاگرد پنهنجي ڪتاب ريپبلڪ (Republic)۾ جيڪي ٻڌايا آهن، سي هيٺيان پنج آهن.

ايرسٽوڪريسي (Aristocracy).

تائيموڪريسي (Timocracy).

آليگارڪي (Oligarchy).

ڊيموڪريسي (Democracy).

ٽيئرني (Tyranny).

## 1). ايرسٽو ڪريسي :

ٿيندي آهي، خاص مراعت وارن جي امير شاهي، جاگير شاهي، خانداني، سکر ۽ اشراف ماڻهن جي حڪومت، جنهن ۾ فلاسافر بادشاهہ هوندو آهي،جن جو ڄمر ۽ تربيت خاص نموني ٿيندي آهي.

## 2). تائيمو ڪريسي:

انهن جي حڪومت هوندي آهي، جن جو مقصد صرف ذاتي مال ميڙڻ هوندو جنهن ۾ فلاسافر بادشاهہ مان گهٽجي ڪسا ماڻهو تي ويندا آهن. جنهن جو ضمير يا روح نہ ڪي سون جوهوندو آهي ۽ نہ ڪي چاندي جو، پر صرف ذهن فوجي ۽ جنگجو تي ويندوآهي. هو حڪومت عقل ۽ شرافت بدران، صرف فوجي قوت، دولت ۽ زبردست طاقت جي استعمال ذريعي هٿ ڪندا آهن. هو اخلاق جي ذريعي مال، واپار يا ظاهري دولت هٿ ڪرڻ کان، نفرت ڪندا آهن. پنهنجي هلت کي صاف ۽ سنئين نموني هٿ ڪين ڪندا آهن. هو صرف پاور کي ئي جائز سمجهندا آهن.

### 3). آليگارڪي:

اهي شاهوڪار هٿ ڪندا آهن. جيڪي امير طور غريبن ۽ مسڪينن سان نفرت ڪندا آهن. مالدار هجڻ ئي، شرافت جي ڪڙي سمجهندا آهن. انهي ڪري اهي هميشہ پوءِ ۾ رهندا آهن. تہ ڪٿي مسڪين کين ختم نہ ڪري ڇڏين. هنن جي حڪومت هميشہ هيٺي هوندي آهي، پر ڏيکائي ڏيندا آهن. تہ اها طاقتور واري آهي.

### 4). ڊيموڪريسي:

مٿي ذڪر ڪيل آليگارڪي ختم ٿيڻ سان، عام قوت سان جمهوريت اڳيان اچي ويندي آهي، آزاد خيالي ايري پوندي آهي. قلب ۾ وسعت اچي ويندي آهي، برداشت جو مادو وڌندو آهي، عام ماڻهو جي فتح ڏسڻ ۾ ايندي آهي، هلڪا ۽ عام ماڻهو مٿي وڌڻ طرف رخ رکندا آهن. هلڪا ماڻهو هيٺين طبقي جا ماڻهو سهڻا خواب ڏسندا آهن. خود جو نڳجڻ ئي سندن مقدر ٿيندو آهي. پوءِ چالاڪ ۽ نالائق مٿي ايرندا آهن.

### 5). ٽيئرني:

اهڙا ڪمزور ۽ نااهل ماڻهو جڏهن جمهوريت ذريعي حاڪم بڻجندا آهن. تہ انهن ۾ سڪت ڪين هوندي آهي، نتيجي ۾ جمهوريت ڏاڍ ۽ دهشتگردي جو شڪار ٿي ويندي آهي. گڙٻڙ CHAOSمونجهاري سان رستا بند ٿي ويندا آهن. طاقتور هٿياربند يا فوجي اهو اچي سمجهندا آهن. تہ اسان ئي حقيقي طور نظم رکي سگهون ٿا. هٿياربندن جو حڪومت جي مزي وٺڻ سان. جبر، آمريتي ۽ جارحاڻا طريقا استعمال ڪندا آهن. عوام بيوس ٿي پوندو آهي. پاور جي رواني جي ڪري، هُو هوش، اکيون، ڪن ۽ قدم وڃائي ڇڏيندا آهن. عام

ماڻهن هنن سان نفرت ڪندا آهن. هنن ڪان حڪومت ڪين هلي سگهندي آهي. حڪومت مان نڪرڻ ڪانپوءِ هُو عام ماڻهن سان گڏ رهڻ ڪان ڊڄندا آهن. باقي حياتي جيلن يا اڪيلائي يا ديس نيڪالي ۾ گذارڻو پوندو اٿن. حڪو فوجي پنهنجي اوج ۾ رٽائرڊ ٿئي ٿو ماڻهن سان پيار ڪري ٿو ته اهو رٽائرڊ ٿيڻ يا پوڙهو ٿيڻ ڪانپوءِ عزت پرائي ٿو.

”عوام جي ميڄتا ۽ حڪومت جو نظم اهي ٻه ٿنڀا آهن. جنهن ذريعي جمهوريت پلجي ۽ قائم رهي سگهي ٿي“. سائين اهو نه وسارڻ کپي، ته آمريڪا ۾ آمريڪي جمهوريت هجي ٿي. جيڪا آمريڪي تاريخ جي روشني ۾ پلجي ٿي ۽ اهڙي ريت انگلينڊ جي انگلينڊ ۾، هندستان جي هندستان ۾ ۽ اسان وٽ پاڪستان ۾ پاڪستان جي جمهوريت. ان جي تاريخ ۽ سپنن سان سرجي ٿي. پاڪستان جي جمهوريت ان جي معيار، ڪسوٽي ۽ پئماني تي جاري رهندي، دهلي ڪان، لکنو ڪان، آگري ڪان ۽ بمبئي ڪان آندل تاريخي مادو يا زندهه رهڻ، حڪومت ڪرڻ، اليڪشن وڙهڻ سان، جمهوريت نافذ نه ٿي سگهندي. انڪري 23 مارچ 1940ع پاڪستان جي ٺهراءَ طئي ڪيو ته فقط مسلم اڪثريت وارا صوبا گڏجي پاڪستان جوڙيندا. جيڪي خود اختيار ۽ خود مختيار هوندا. حيدرآباد جي دکن ڪان آيل، دهلي جي جمعيت علماءِ هند جي آفيس مان ٿيندو گرداس پور ۾ جماعت اسلامي جوڙي پاڪستان جي جمهوريت نٿي ناهي سگهجي. جي ايم سيد جهڙي روشن دماغ هندستان، مان يو پي مان، روانو ٿيل پاڪستان جي ٺهڻ واري پاڪستان ۾، هندستان جي مسلمانن طرفان پنجاب، سنڌ، بلوچستان ۽ خيبرپختونخواهه ۾ اچي، جمهوريت جوڙڻ ڪان نااميد ٿي، سنڌ جي خودمختياري تي پهتو ته سمورا رستا صاف ڏسڻ ۾ لڳا. ڏسو ته ڪيئن ٿا، صوبن جا مخالف سر جوڙين. پاليسيون ناهين، احتجاج ڪن، ڏرڻا هڻن، سنڌ ڪي ٽوڙي انتظامي طور ورهائڻ جا ناٽڪ

ڪن، داٻو ڪن، دڙڪا ڏين، ڏيڇارين، ڌمڪائين، زوري ڪن، ڌڪ هڻن، راند ڪيڏن، ماحول جوڙائن. نتيجتن هوبہ سورن ۾ ۽ اسين بہ سورن ۾. ڪيئن نہ مهذب سماج اپهاج ٿي پيو آهي. ڪيڏانهن وئي پاور ۽ اختيارن جي تقسيم، ڪٿي آهي احتساب، ڪٿي آهي حڪومت جو دٻدٻو ۽ شان، ڪٿي آهي وزيراعظم جي پارليامان ۽ عدالت جو وقار، ساک، شهرت، عزت، صفت ۽ مان، جنهن جي ڇانوَ ۾ عزت سان ساهہ کڻي سگهجي.

پاڪستان جي قائم ٿيڻ ڪانپوءِ 1940 جي پاڪستان جي ٺهراءَ موجب وفاق اڪاين کي مليل قومي خودمختياري ۽ خود اختياري کان انڪار ۽ قائد اعظم جي پاڪستان جي آئين ساز اسيمبلي ۾ 11 آگسٽ 1947 جي ڪيل تقرير ۾ واضع ڪيل مذهبي رواداري ۽ سيڪيولرزم جي انعقاد کي، خيرباد ڪرڻ سان، نيشنلزم جي نفي ٿي ۽ نتيجي ۾ پاڪستان جون موجوده سياسي بيماريون، عوام جي ڳچيءَ ۾ پئجي ويئيون آهن

روچي رام

ھيو خط
1 آڪٽوبر2014.
ڪلفٽن ڪراچي.

# نيشنلزم کانسواءِ جمهوريت ناممڪن

**پيارا جلال شاهه**

توهان ۽ اسين جنهن دور ۾ جاوا آهيون، جنهن قوم ۾ نپنا آهيون، جنهن صوبي جا شهري آهيون، جنهن فيڊريشن جا پاسپورٽ هولڊر آهيون، اتي اسين هڪ قديم قوم، تاريخ، تهذيب، تمدن، اعليٰ اخلاق، مذهبي رواداري، سهپ ۽ صوفي ازم جا وارث پڻ آهيون. جتي اسان جي سنڌي قوم اُسري آهي، سا جاگرافي جي مخصوص حدن ۾ سمايل آهي. هڪ طرف راجستان جو بيابان آهي، ٻئي طرف جبل ڏونگر ۽ ٽڪر آهن، ٽئين طرف سمونڊ آهي، انهي خطي ۾ سنڌو درياءَ جي ساڃي ۽ ڪاھي اسان جي آزاد خود مختيار قوم، پنهنجي بقا، جياپي ۽ تمدن جي اوسر لاءِ هڪ رياست جوڙي، انجي گورنمينٽ ۽ جوڙجڪ ۾ تاريخ جو سفر ڪندي آئي آهي. مختلف دورن ۾ مرحلن ۾ خطرا ڪٽيندا ۽ ترقي جو تاريخي سفر ڪندا، حالتن ڪي منهن ڏيندا، ڇڏ ڇوٽ ڪندا، عزت ڀري ۽ مسرت ڀري حياتي نڀائيندا آيا آهن.

يورپ ۾ سائنس جي ترقي ۽ نوان خيال ظاهر ٿيا ۽ انهن کي استعمال ڪرڻ ۾ اسان دير ته ڪئي آهي، پر اسين اڃا مٺا نه آهيون، جيئرا آهيون ۽ نوان خيال جهٽيا اٿئون. اهي ڪيئن استعمال ڪيون، جڳ سان ڪيئن قدم ملائي هلون. اهي خيال اوهان سان ونڊڻ لاءِ هي خط عرض رکي رهيو آهيان، پر پهريان اهو ڄاڻايان ته قوم ڇا ٿيندي آهي؟ ڪيئن ٿيندي آهي؟ انجا اهڃاڻ ڪهڙا آهن؟ ۽ هو ڪيئن جاگرافي جي حساب سان ملڪ ناهي رياست ٻڌبا آهن؟ ڪيئن ان جي حفاظت ڪندا آهن؟ ڪيئن اسان جي قوم پنهنجي وطن ۾ لوڏن ۽ لمحن ڪاٽيندي به سلامت رهي آهي. ڇا انهن حقيقتن کان ڪنهن کي انڪار آهي، ته قومي رياست جڙڻ کان اڳ اسان هڪ ڪٽنب کان حياتي شروع ٿا ڪريون. رياست قائم رکڻ لاءِ حڪومت جوڙيون ٿا. جمهوري حڪومت جوڙڻ لاءِ آهستي آهستي سوچيندا عمل ڪندا، اڳتي وڌندا آيا آهيون، ڪٽنب مان قبيلا ٻڌجي ۽ ان مان قوم ٿي جڙياسون. تڏهن ئي ته اجتمائي اڪائي ٿي پياسون، ان جي وجود کي قوم يا نيشن سڏجي ٿو جا ملڪ جوڙي حڪومت ناهي رياست ٻڌجي ٿي. اسان جي اجتماعي سگهه ان نظام کي تحفظ ڏيڻ جي صلاحيت هجڻ ڪري ئي قوم ۽ رياست قائم و دائم رهي ٿي. جنهن قوم جي حفاظت ان جي اجتماعي سگهه نٿي ڪري سگهي، سا قوم ڪيئن چئي سگهبي، اها سگهه ئي ته سياسي سوچ هجي ٿي. جيئن ته ارسطو چيو هو ته "انسان هڪ سياسي جانور آهي." جمڻ سان ئي اسين ڪٽنب، قبيلي ۽ قوم جي مدد ۽ سنگ سان پنهنجي ذات ۽ وجود کي ۽ سوچ کي قائم رکي سگهون ٿا. انسان جو اڪيلو وجود قائم رهي نه سگهندو اهو اجتمائي ۽ گڏيل ساٿ سان جڙيل هوندو آهي. اڪيلو انسان ڪتان پاڻي آڻيندو خوراڪ هٿ ڪندو جانور پاليندو ان اپائيندو ڪپهه، ان ۽ ڪلون هٿ ڪندو. گهر ناهيندو ۽ سواريون مُهيا ڪندو ڪجهه خود لاءِ ۽ ڪجهه ٻين لاءِ ڪندو ڪجهه ٻيا هن لاءِ

ڪندا، اتي نظام کي ڪير هلائيندو ۽ ڪئين هلائيندو ان لاءِ هن سان واسطو رکندڙ پيا بہ فرد گڏ هوندا. هنجا همدرد ۽ همسفر ئي گڏجي هلي سگهندا. اتي ڏاريائي تہ ڪم ڪين ايندا. پرديسي تہ ڪين ڪين سڃاڻندا، تنهنڪري ئي تہ "قوم" سڏبي. قوم جي وجود کانسواءِ تہ انسان خود کي هڪ پل ئي جيئرو رکي ڪين سگهندو. قوم کان انڪاري وطن کان انڪاري ئي، تہ ٻاهران فاتح ٿي، ان کي غلام رکڻ جو ذريعو بڻيا آهن.

هڪ ٻئي سان گڏ رهڻ، گڏجي حڪومت جوڙڻ جنهن کي جمهوريت چئون ٿا، سا بنا قومي سڃاڻپ جي تہ ممڪن ئي نہ آهي. لڏپلاڻون، هجرتون ٻين جي ذريعن تي قبضائي تہ جنگين ۽ غلامي جا ڪارڻ ٿين ٿا. ٻاهران ايندڙن کي قومي سوچ ئي پاڻ ۾ ضم ڪري ٿي، عرب هتي فاتح ٿي آيا، ان جو نسل سنڌ ۾ رهي ٿو پرڪو بہ عرب نہ ٿو سڏائي، ڪو عربي کي قومي ٻولي نہ ٿو نهرائي، ايراني آيا، توراني آيا، مغل آيا منگول آيا، افغان آيا، مارواڙي، گجراتي، دهلي وارا، يوپي وارا سمورا سنڌ ۾ جذب ٿي ويا آهن، تہ سنڌي آهن، سنڌي سڏائن ٿا، جيڪا ڪوشش پنهنجي هندستان ۾ ڪلچر ڦٽو ڪري، هو تحريڪ هلائي جنگ ڪري جند ڇڏائي آيا آهن، انهن لاءِ سنڌ جي شهري بڻجڻ کانسواءِ ڪو رستو ناهي. خوراڪ، پاڻي ۽ زندگي جو مسرتون سنڌي ڪنيون اٿن، ڪنهن هنن کي قبول ڪرايو آهي تہ پري فاٽا جي ٻهاڙن افغانستان جي زمين جي زمين وارن طالبان يا القاعده وارا سندن ڪلچر آهي يا زندگي جو فلسفو آهي. هي سنڌ جو پاڻي، سنڌ جي هوا، سنڌ جو سمونڊ، هي دهشت ۽ دم وارو سنڌو درياءَ ئي سندن وجود ۽ زنده رهڻ جا وسيلا آهن.

نيشنلزم ئي تہ شهرين کي هڪ ڏاڳي ۾ پوئي، اليڪشن جا مقابلا ممڪن ڪري ٿي. وطن دوستي ئي اليڪشن جو بنياد آهي. ملڪ جي

حڪومت هلائڻ، ملڪ جي ٻلي ۽ حقن جي حفاظت لاءِ ٿي، تہ اليڪشن ۾ حصو وٺون ٿا. حڪومت ۽ آزادي جا مزا ماڻيون ٿا.

سائين توهان کي خبر آهي تہ تازو 18 سيپٽمبر 2014ع تي گريٽ برٽن ۾ اسڪاٽ لينڊ جي آزادي لاءِ ريفرنڊم ٿيو هو. جنهن ۾ معاملو هو تہ گريٽ برٽن (United Kingdom) ۾ رهڻ سان اسڪاٽ لينڊ جي مالي ۽ پلائي جا ڪيترائي وسيلا هلندڙ هئا. اسڪاٽ لينڊ نيشنل پارٽي جي صدر اليڪس سامنڊ (Salmand Alex) چيو هو تہ "جوشيلي ۽ جذباتي وطن دوستي، وطن پرستي ئي حب الوطني ٿئي ٿي. اخلاقي اقدار، ذهن، نسلي وجود جي تسڪين ۽ اطمينان (Nobility) تصوراتي ۽ عاشقانا جذبن جي تسلي ڪن ٿا". هن وڌيڪ چيو تہ "انگلينڊ جي دنيا تي حڪومت جا ٺاٺ ۽ بالادستي کان وڌيڪ آزادي نشو ڏيندڙ هجي ٿي. Cocktail (گهاٽو شراب مليل شربت ۽ ميون جو رس مليل) جو مزو هجي ٿو. ان جي مقابلي ۾ ڪا وڌيڪ معنيٰ خيز حاصلات ٻي ڪا بہ نہ ٿي هجي". مون کي ياد آيو ننڍي هوندي ٿر جتي آئون ڄائو ۽ نپنو هوس، جي پِٽن تي رلندي، ٻڪريون ۽ ڇيلا چاريندي ٻڪراڙ چنگ وڄائي پٽن تي هلندو هو. کهڙو نہ ساز هو. هوا هئي، آسمان هو آزاد سمون هو. آزاد بي فڪر نينگر هو. آزادي انسان جو وڏي ۾ وڏو سرمايو هجي ٿي. هي دنيوي مال ۽ اٽي ويٺي، انجي مقابلي ۾ ڪا معنيٰ ڪين ٿي رکي.

1990ع جي ڏهاڪي ۾ آئون لنڊن ۾ هوس، اتي محترم عبدالخالق جوڻيجو مون سان گڏ هو. ان وقت سوال هلي رهيو هو اسڪاٽ لينڊ جي آزادي جو. اسان جي لنڊن واري ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي فنڪشن ۾ هڪ عورت تقرير ڪري رهي هئي. چيائون اسڪاٽ لينڊ جي پارليامينٽ جي ميمبر آهي. مون خالق کي چيو، هن سان ملون هي آزادي جي هلچل هلائي رهيا آهن. ان سان ملياسون، نالو هوس Mrs Salmand مسز سالمنڊ. هي اسڪاٽش نيشنل

پارٽيءَ جي صدر اليڪس سالمنڊ جي زال هئي. ان اسان کي دعوت ڏني، تہ Edinburgh ايڊن برا هلو ڇيوسين روبرو ڏسون تہ هو ڪيئن آزادي لاءِ لڙي رهيا آهن. آئون تہ ان جي دعوت تي ايڊن برا (Edinburgh) وڃي ڪين سگهيس پر برادر عبدالخالق جوڻيجو اتي ويو هو. جتي هو Alexاليڪس سان مليو هئو ڪهڙن نہ حسين خوابن ۾ هو Alex اليڪس. هاڻي هنن جي ريفرنڊم ۾ تہ اسڪاٽ لينڊ آزاد ٿيڻ چاهي ٿو يا نہ ان ۾ هارايو آهي، سندس ملڪ اسڪاٽ لينڊ آزاد ڪين ٿيو آهي پر پڌو اٿم تہ Alex Salmandاليڪس سالمنڊ اميد ڪين ڇڏي آهي، هن جي جدوجهد اڃا بہ جاري آهي.

سو سائين جلال شاهہ، ڳالهہ تي ڪيم تہ جمهوريت ٻئي درجي جو خيال آهي، اول آهي آزادي.

جيڪا ڳالهہ اسان کي پاڪستان جي آزادي جي صورت ۾ ملي، سنڌ جي اسيمبلي جي ميمبرن جون 1947ع تي، آزادي ملڻ وقت پاڪستان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ووٽ ڏنو هو ۽ اسين آزاد پاڪستان جا شهري بنيا آهيون.

قومپرستي جا جديد رياست، جمهوريت طرز حڪومت ۽ لکت ۾ آئين هجڻ جا خيال، اسان جي ذهن ۾ يورپ جي خاص ڪري انگريز معرفت اسان جي Body Politic ۾ سياسي سماجي ادارن ۾ سرعت ڪري گهڙي آيل آهن. اسان انهن ۾ انگلينڊ جي پارليامينٽ طرفان 1935 جي گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ Govt. Of India Actيا 1947ع واري انڊين انڊيپينڊنس ائڪٽ Indian Independent Act۾ ڪا ڦيرڦار ڪين ڪئي آهي. اسان جي حڪومت، سياسي عدالت يا فوجي جوڙجڪ ائين آهي، جڏهن ڪہ هو اسان جي ملڪ ۽ عوام جا ادارا انهن لاءِ نہ آهن، پر ڪنهن ڌارين سلطاني بيٺڪي قوت جي ڀلي لاءِ ۽ انهن جا مقصد پورا ڪرڻ لاءِ آهن. اسان جي عوام جي ڀلي لاءِ ڪو بہ قانون ناهي، هر ڪو ڪارندو اهو حڪومت ۾ آهي يا عوامي ڪاروبار

۾ آهي، تہ ڇڪ هو ڪنهن ڏاري اختياري جي تابع يا هٿ وس آهي.
ڪو بہ معاملو اپري ٿو تہ تڪليف ٿئي ٿي، طوفان اٿن ٿا، حملا ٿين ٿا، جنگيون ڪرٽيون پون ٿيون. هنن ڏانهن ڏسون ٿا، هٿيار ۽ مال مادو ۽ تعليم هوئي ڏين ٿا، پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي اسان ۾ طاقت نہ آهي.

مذهبي عقيدا، موت کانپوءِ جي دنيا جا معاملا ۽ تمدن، تاريخي ڪلچر ۽ قوم گهڙي ڪين سگهندا. جيستائين ان ۾ حڪومت جي ڍانچي جا جديد طريقا، شهري ۽ دنيوي لاڳاپا، مسئلا ۽ حق شامل نہ هوندا، ۽ پڻ ان ۾ خود حفاظت جو عنصر، موجود ڪين هوندو. انهن مڙني ڏکيائين، ضرورتن، سائنسي، ٽيڪنالاجيڪل، سياسي، معاشي ۽ سماجي هڪجهڙائي تي قوم يا نيشن ٺاهي، اجتماعيت کي بامعنيٰ ڪري ٿو ۽ پڻ انسان جي هن زندگي ۾ پنهنجي وجود جو مقصد حاصل ڪري سگهي ٿو.

قومپرستي، ديش ڀڳتي يا قوميت (Nationalism) بنا، جمهوريت يا جديد رياست ڪا معنيٰ ڪين رکندي، ڪي انساني، سياسي، سماجي حق ۽ وسيلا نڪي ملي سگهندا، نڪي قائم رهي سگهندا. قومي يڪجهتي بنا، هڪ ٻئي سان اجتماعي زندگي ۾ جڙي هلڻ بنا، هڪ ٻئي جي خاموش يا صوتي زبان سمجهڻ بنا، احساسات ۽ جذبات سان واقف ٿيڻ بنا، هڪ ٻئي سان برابري هڪ جهڙائي رکڻ بنا، هڪ ملڪ ۾ امن سان رهڻ ۽ جمهوري حڪومت هلائڻ ممڪن ئي نہ آهي. يا وري ڪٿي گهرو جنگ (Civil War) رستي هڪٻئي تي حاوي ٿيڻ کانسواءِ ڪا واٽ ڪليل ڪين ملندي. مٿي ذڪر ڪيل طريقن تي عمل ڪرڻ کانسواءِ هڪ جاگرافيائي حدن ۾ رهڻ ممڪن ئي نہ ٿيندو. انهن تي عمل ۽ شرڪت ئي تہ جمهوريت جو تالو آهي، تنهن ڪري نيشنلزم ئي اهو نظريو آهي، جو حقيقتن کان منهن نٿو موڙي، پر هڪ رياست جي تشڪيل ڪري ٿو.

نيشنلزم، انسان دوستي وارن جذبن، عملن ۽ انساني حقن جي حفاظت ۽ قانون جي حڪمراني کي تقويت پهچائيندي آهي، نيشنلزم جي عدم موجودگي ۾ اهي سياسي انتظام غيرموجود ٿي ويندا آهن ۽ سماج، رياست جا شهري، قومي جذبي تحت ئي هڪٻئي سان همراهي ۽ تعاون ڪري، محبت، امن ۽ صلح سان رهي سگهندا آهن.

سياسي علم هڪ سائنس آهي، جنهن جي هڪ خاص وصف هجڻ بدران، هڪ مخلوط ۽ گهڻ رخي نظرياتي ۽ عملي وضاحت آهي، گهڻ رخا مفاد ۽ علمي نظريا آهن، پراڻن ڪتابن جا حوالا ڏيڻ بدران، گذريل سال جورين زنبرگ Jorian Zind Burg جي ڪتاب Politics Of Freedom جو حوالو لکان ٿو. جنهن ۾ هن جمهوريت جي بنيادن بابت حقيقتون بيان ڪيون آهن. ڪتاب جي پبلشرسٽيزن ٽائيمس (Citizen Times) جي ايڊيٽر ڪائنس انٽرويو ۾ سوال ڪيو ته تون ڪيئن چوين ٿو ته نيشنلزم صحيح ۽ ڪارآمد فلسفو آهي، جي جواب ۾ هن چيو ته ”جمهوريت کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ نيشنلزم بنيادي عنصر آهي، نيشنلزم ئي رياست کي سلامت رکي سگهي ٿي“.

قومي خيال ئي شهرين کي قوم بنائين ٿا، ائين ئي نيشن اسٽيٽ ”“Nation State جڙي آزاد ٿئي ٿي ۽ پوءِ آزاد ۽ خودمختيار حڪومت جوڙي ٿي، پوءِ هو سمجهن ٿا ته اها ئي سندن حڪومت آهي. اها جمهوريت آهي جا نيشنلزم هلائي ٿي، نيشنلزم ئي ڊڪٽيٽرانه حڪومت بدران جمهوري حڪومت ٺاهي ٿي. جتي گهڻا فرد هوندا، سياسي جدايون هونديون، قومون هونديون، اتي قوميت جو فقدان هوندو ۽ رياست قائم رهي نه سگهندي.

هن کان بيو سوال پڇيو ويو ته ڇا نيشنلزم يا حب الوطني جمهوريت لاءِ ڪامعني رکي ٿي، زنبرگ جواب ڏنو ته ڏارين کي نڪي نيشنلزم برداشت ٿي ڪري، نڪي اڃڻ ٿي ڏئي. جمهوريت نيشنلزم جي بنياد تي قائم ٿئي ٿي. جيڪڏهن ڏاريا جيڪي انهيءَ

قوم جا نہ هوندا ۽ اهي اچي داخل ٿيندا تہ جمهوري حڪومت پوليس اسٽيٽ ٿي پوندي چاڪاڻ تہ جبر کي نافذ ڪرڻ لاءِ زور جي ميندي لڳائڻي پوندي".

اڄڪلھ سوال پڇيائون تہ ڇا گھڻ رخي، گھڻ ثقافتي Multicultural ، گھڻ نسلي، گھڻ ٻولي خراب ڳالھ آهي ۽ ان جا ڪارڻ ڪهڙا آهن. جواب ڏنائين تہ "پوءِ ٽڪراءُ ٿيندو ۽ اقوام متحده جهڙا ادارا امين بنجي فيصلو ڪندا. پوءِ اهڙو حال ٿيندو جهڙو مسلمان ملڪن ۾ ٿئي ٿو جتي غير مسلمانن کي برداشت نٿو ڪيو وڃي، ۽ نتيجي ۾ دهشتگردي زور وٺي ٿي. ائين بہ ڪلچر گڏ هلي ڪين سگهندا. اتي ٻن قسمن جا قانون هميشہ ٽڪرجندا رهندا" انهن سببن جي ڪري ئي سنڌ ۾ جي ايم سيد صاحب هندوستان جي وحدت تي مبني گھڻ رخي، گھڻ قبائلي، ذات پات جي نظريئن کي طلاق ڏيئي. سنڌ جي خاص تاريخ، ڪلچر ۽ فلسفہ حيات کي اڳيان آندو. انهي ڪري ئي سنڌ جو روح آزادي لاءِ ڦٿڪي رهيو آهي.

روچي رام

خط ٽيون
31 آڪٽوبر 2014،
ڪلفٽن ڪراچي.

# منفي قومپرستي جا قسم

[Types of negative Nationalism]

پيارا جلال شاهه

هن خط ۾ جيئن اڳيئن خط ۾ ڄاڻايو هئم، تہ جرمني واري هٽلر جي قومپرستي ڪيئن هئي، ڇا هئي ۽ ان ڪيئن انسان ذات کي ڏولائن ۾ وڌو. هنجي حياتي ۽ هن جي تاريخ ۾ حيثيت بابت مطالعي مان خبر پوي ٿي، تہ ڪيئن قومپرستي ۽ حب الوطني جمهوري طريقي سان انسان جي ترقي کي نقصان پهچائين ٿا.

ائڊولف هٽلر 20 اپريل 1889ع تي آسٽريا ۾ ڄائو هو. هن جي پارٽي جو نالو نيشنل سوشلسٽ جرمن ورڪرس پارٽي هو . جيڪا جرمن زبان ۾ سڏبي هئي. (NSDAP) جرمني ۾ لکبي هئي. German National Sozialistische Deutsche Arbeiterpatztie جنهن ۾ هو 1919ع ۾ شريڪ ٿيو ۽ ان جو 1921ع ۾ ليڊر ٿيو. انهي پارٽي کي نازي پارٽي بہ سڏيندا هئا. هو جرمن چانسلر چونڊيو ويو ۽ 1945ع ۾ جرمني جي ٻي عظيم جنگ ۾ شڪست وقت پاڻ ۽ سندس زال "ايوا برائون"

بنڪر ۾ آپگهات ڪيو ڇاڪاڻ تہ ڪميونسٽ روس جون فوجون برلن تائين، پهچي رهيون هيون ۽ هٽلر روس جي جنگي قيدي ٿيڻ بدران موت کي بهتر ڄاتو.

هٽلر کي ميونخ ۾ ڪنهن بغاوت جي تڪرار ۾ جيل جي سزا ملي هئي ۽ ان دوران هن پنهنجي سياسي سوانح عمري جي انداز ۾ جڳ مشهور ڪتاب (Mein Kampf) لکيو جو 1925ع ۾ ڇپيو انهي ڪري هن جي تمام گهڻي مشهوري ٿي. هن جي پارٽي اليڪشن ۾ حصو ورتو ۽ 1933ع ۾ حڪومت بہ ورتي. هو 1919ع ۾ اچا فوج ۾ هو تہ جرمن ورڪرس پارٽي، جي ميٽنگن ۾شريڪ ٿيندو هو. هيءُ جرمني جي قومي ليڊر اينٽون ڊريڪسلر Anton Drexler کان گهڻو متاثر ٿيو هو. هن جي قومپرستي جا بنيادي اصول هئا.

Attacked treaty of Versailles.

Promoted Pan Germanium, anti_Semitism, anti_capitalism and anti_communism.

هن جي پارٽي جي اصولن کي نازيئزم Nazism سڏيو ويو. جنهن جو بنيادي اصول هو تہ يهودين کي جرمني ۾ ختم ڪرڻ ۽ پهرين عالمي جنگ ۾ ٿيل معاهدي جون ناانصافيون ختم ڪرڻ ۽ جرمني جا کسيل جرمن علائقا وري هٿ ڪرڻ.

ان لاءِ هو تمام سٺو اثر پذير تقرير ڪندڙ هو. جنهن کي ٻڌڻ لاءِ جرمن جهجهي انداز ۾ ايندا هئا ۽ ان طرح هو تمام گهڻو مشهور ۽ اثر وارو سياسي ليڊر بڻيو. هن جي اصول موجب "جرمن قوم" اعليٰ نسل واري آهي ۽ ان کي صاف ۽ پاڪ رکجي ۽ ان معرفت باقي دنيا کان مٿڀرو ٿجي. اهڙي طرح هن جي قومپرستي ٻين قومن لاءِ عذاب ٿي پئي ۽ جيڪي بہ قومپرستي جون خاميون ايرن ٿيون سي هن جي قومي عمل ۾ ظاهر هيون. جيڪا بہ قومپرستي نفرت تي ٻڌل هوندي، تہ اها قومي نيڪي ۽ ترقي بدران، نفرت ۽ فوجي قوت وسيلي هڪ ناسور تي

پوندي، تنهن ڪري جيڪو بہ قومپرست ٿئي، حب الوطني جي دعوي ڪري، قومي ترقي جون رٿون رٿي، ان کي نہ صرف ھڪ قوم يا اقليت وارن قبيلن لاءِ سھپ ۽ هڪجھڙائي جي اصولن کي ترڪ نہ ڪرڻ گهرجي ۽ مادر وطن جي نالي ۾ ٻين کي سورن ۾ نہ وجھجي، برداشت جو مادو نہ گهٽائجي، پنھنجي ملڪ ۽ قوم جي غربت کي منهن ڏيڻ لاءِ ٻين ملڪن تي حملو ڪري فتح ڪري سيرو نہ ٿجي. هن جرمن قوم ۽ ڪلچر ۾ ٻڌ بنياد کي گڏ ڪرڻ لاءِ جرمن ۽ يورپ جي نسل وارن "ڊچ" "فليمش" ۽ اسڪينڊينيوين (Flemish and Scandinavian Dutch,) کي گڏ ڪيو.

هتي منهنجو مقصد ڪو عظيم جنگ يا جرمني ۽ هٽلر جي تاريخ بيان ڪرڻ نہ آهي. پر اهو ڏيکارڻ آهي، تہ قومي شناخت ڪيئن، انسان دوست ٿيڻ بدران، پنهنجو گهر سنڀالڻ بدران، پاڻ کي متيرو سمجهڻ، ٻين کي ڪسو ۽ گهٽ سمجهڻ جي غلطي جي وضاحت ڪرڻ آهي.

هٽلر پنهنجي "قومپرستي" کي ڇڪي "نسل پرستي" جي تنگ دائري ۾ وٺي ويو. هن چيو تہ جرمن اعليٰ نسل Master race آهي ۽ هو آريا خون کي صاف ۽ ملاوٽ کان پاڪ رکندو. اهو "نازي قومپرستي" جي فلسفي جو خاص نڪتو هئو. هن جو رايو هو تہ جرمن آريا نسل سڀني کان متيرو آهي. حڪومت هٿ ڪرڻ کانپوءِ انهن اصولن کي هن جرمني جي سرڪاري پاليسي بڻايو ۽ اهي اصول وڏين پوسٽرن ۽ اشتهارن، ريڊيو ۽ اخبارن ذريعي پڌرا ڪيا. هٽلر جي قومپرستي ايتري تائين پهتي جو هن جي حڪومت علي الاعلان اسڪولن ۾ بہ سيکارڻ شروع ڪيو تہ جرمن اوچو قد آرين جي متي جي سائيز، وارن جو رنگ، اکين جي رنگت، هنجي ذهن ۽ سوچ جي وسعت ڪيتري آهي. يهودي مذهب ناهي پر اهي هڪ زهريلي مخلوق آهي، جنهن کي نابود ڪرڻو آهي. ڪو جرمن، غير جرمن سان شادي تہ ڪين ڪري سگهندو پر

ذاتي زندگي ۾ همبــتر بہ نہ ٿي سگهندو.

اوائلي زندگي ۾ مسولني سوشلزم تي ڪيترائي پيپر لکيا. هو سنو مقرر باصلاحيت، خطرناڪ سوشلسٽ هو. هن پنهنجي اخبار ڪيڏي (The Class Struggle) (La Lotta di Classe) سنڌي ۾ لکبو تہ "طبقاتي جدوجهد". هن پهرين جنگ عظيم ۾ شريڪ ٿيڻ جي سخت مخالفت ڪئي، پر ترت پوءِ هن محسوس ڪيو تہ لينن مطابق جنگ بعد انقلاب ايندو آهي، تہ هو جنگ جي فائدي ۾ ٿيو. هن پوءِ قومپرستي کي ٺيڪ سمجهندي، انهي قومپرستي جي اعلان کي پنهنجي سياست جو بنياد بنايو، تہ اج کان وٺي اسان جو صرف اٽلي ئي وطن آهي ۽ سڀ ڪجهہ اٽلي ئي آهي،ان ڪانپوءِ هو صرف Viva P Italia جنهن ڪانپوءِ هن کي سوشلسٽ غدار سڏڻ لڳا، ۽ هو وچي جنگ ۾ شريڪ ٿي وڙهيو. هن چيو تہ اٽلي کي "قومي ڊڪٽيٽر هيرو" جي ضرورت آهي ۽ هن ان لاءِ اهڙا اهجاڻ پيش ڪيا، جڏهڪ هو ئي پاڻ گهربل ڊڪٽيٽر موجود آهي. سو سائين اٿين سوشلسٽن مان قومپرست ٿيندا آهن ۽ وري اهي ڊڪٽيٽر بڻبا آهن، جيڪو قومپرستي جو منفي ۽ بگڙيل مهاندو آهي. وڏيڪ انهي فاشزم واري قومپرستي جي تحريڪ جي عام جام ۽ هر ڪنهن کي خبر آهي، هن خط جي مطلب لاءِ قومپرستي ڪيئن عوام دشمن ۽ عوام جي نفرت جي جذبن ۽ روين سان اپري ٿي. جنهن لاءِ اهو ضروري آهي، تہ فاشزم جي خاص نقطن ۽ اصولن جو ذڪر ڪجي. اٽليءَ جي شهرن تورين کان نيپلس تائين ديوارن تي پوسٽر لڳي ويا، جن تي لکيل هو تہ Dues ha sempre reginore (The Dues is always right) "ڊيو ليڊر هميشہ صحيح هوندو آهي". ان طرح هو پنهنجي قوم جو هيرو بڻيو هو هر وقت اٽلي لاءِ بيٺڪون ۽ مختلف علائقا فتح ڪرڻ لاءِ سوچيندو رهندو هو. هن 1935ع ۾ آفريڪا جو ائبسينيا (Abyssinia) فتح ڪيو. جنهن جي ڪنهن يورپي ملڪ همت ڀڏي مخالفت نہ ڪئي. ان طرح مسولني، هڪ قسم سان طاقتور قوم هجڻ

جو تصور مڃايو هئو. هن ليگ آف نيشنز (League Of Nations) کي بہ ٻڌڻ کان بہ انڪار ڪيو ۽ هن هٽلر سان لاڳاپا جاري رکيا. هو جرمن فتوحات وقت هٽلر سان شريڪ هو پر انسانن سان نفرت بہ ڪندو هو. هن اسپين جي گهرو جنگ ۾ اسپين جي ڊڪٽيٽر فرئنڪو جو ساٿ ڏنو. هن ترڪ ۾ جرمن سولجر جي ڊريس پائي، روپوش ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر رستي ۾ 28 اپريل 1945ع ۾ قتل ٿي ويو.

اهي نازي (هٽلر واري) ۽ فاشزم (مسوليني واري) قومپرستي جو اهو خاص اصول هوندو هئو تہ ٻيا ملڪ فتح ڪري، انهن جي پيداواري ذريعن ۽ ڪارخانن تي قبضو ڪري انهن کي غلام بنائجي ۽ انهي طريقي سان نسل پرستي، ڊڪٽيٽرشپ ۽ عسڪري قوت ذريعي فتح ماڻي، پنهنجي قومي جوڙجڪ ۽ برتري کي قائم رکجي.

روچي رام

چوٿون خط
2 نومبر 2014ع
ڪلفٽن ڪراچي

# جديد قومپرستي: ڪجهه نوان ويچار

پيارا جلال شاهه

قوم جو وجود، قومپرستي ۽ وطن دوستي اهڙا موضوع آهن، جيڪي انسان جي ذاتي ۽ اڪيلي زندگي نه رڳو گڏجي رهڻ ۽ اجتماعي زندگي کي جوڙين ٿا، پر انهي ۾ رنگ ڀري خوبصورت ۽ خوشبودار بڻائين ٿا ۽ اهي جذبا انسان جي زندگي کي بامعنيٰ بڻائين ٿا. هڪ شخص کي ڪٽنب جو ڀاتي، قبيلي جو ڀائيوار ۽ قوم جي اجتماعيت جو عضو بڻائين ٿا ۽ سيني کي نظم ۾ رکڻ لاءِ روايتون، شهرين ۽ رياست، جي قانون کي جوڙين ٿا ۽ ان ۾ ٻڌجن ٿا ۽ رشتن ۾ به سلهاڙجي وڃن ٿا.

جي ڪٿي وطن کان پري پرديس ۾ وڃجي ٿو ته پوءِ وطن کي وطن وارن ماروئڙن کي ياد ڪندي ائين لڳندو آهي، ته هم وطنن جي اچڻ

سان گس، رستا ئي سُرها ٿي پوندا آهن ۽ دل چوندي آهي، انهن جي پيرن تي لڳل مٽي کي اکين سان اگهجي، سنڌ صدين کان ۽ سنڌ جي وطنيت صدين کان قائم آهي، اها اسان جو هڪ وڏو سرمايو آهي. اسين سنڌي قوم ئي آهيون، جڏهن کان يورپ جي خيالن، اسانجي جديد قوم جي احساس کي جاڳائي، دنيا ۾ نئين جديد وطن ۽ رياست جي سطح تي رسايو تہ پوءِ ان ۾ نوان سياسي نظريا بہ سرعت ڪندا رهيا آهن. ڪميونزم، سوشلزم، جمهوريت قانون، لکت ۾ آئين، واضع ڪري ڄاڻايل انساني حقوق، اسان جي نيشنل اسپرٽ ۾ داخل ٿي ويا.

اسان جي ذاتي، اجتماعي، سياسي، تهذيبي، معاشي، عملي، ادبي، فني بقا لاءِ اسانجو قومي وجود ۽ شعور ئي حفاظت ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن اسين هڪ منظم قوم ناهيون تہ پوءِ ڪيئن سڀ هڪ سياسي منشور تحت اليڪشن ۾ حصو وٺي جمهوريت قائم رکي سگهنداسون ۽ هلائي سگهنداسون. انسان جي ذهن ۾ هم وطني سان هم آهنگي، صرف قومي تصور ۽ قومي جذبو ئي فلاحي حياتي، فلاحي سماج ۽ فلاحي حڪومت ۽ قائدا جوڙي اڳتي وڌائي سگهي ٿو.

جي توهان هڪ قوم ناهيو تہ پوءِ ڇا لاءِ حڪومت ٺاهيندا ۽ ان لاءِ ووٽ استعمال ڪندا.

بنا قومي جذبي جي رياست تہ جوڙي ڪين سگهندا. اَن جا داڻا ماني ڪين بڻجي سگهندا. ڳوهجي ڪين سگهندا. جيستائين اهي اَن جا داڻا جنڊ ۾ چڪي ۾ پيسجي اٽو نہ بڻبا. اسين ان طور داڻن جي جدا حيثيت ختم ڪري، اٽي جي صورت ۾ هڪ مرڪب نہ بنياسون، جنهن ۾ داڻن جو وجود ئي ڪين هوندو تہ پوءِ ماني ڪيئن پچائينداسون. جيسين اسين پنهنجي وجود کي قوم ۾ نہ جوڙي ويندا سون، تيستائين اجتماعي زندگي لاءِ ڪجھ ڪري ڪين سگهنداسون. اڪيلي زندگي کي اجتماعي ڳٽ ۾ جڙڻ انسان جي فطري ارتقا جو نمايان نمونو آهي.

جيتوڻيڪ، جديد رياست جي ابتدا اسان يورپي خيالن جي اثر هيٺ قبول ڪئي آهي، اختيار ڪئي آهي، پر ائين ته اسان وٽ ڪو ميل ڪين هو. گڏجي مڙي هلڻ جو اسانجي ڪلچر ۾ اهو واضع رهندو آيو آهي، ته اسان جي پنهنجي نرالي تاريخ آهي، اسان وٽ تهذيبي رخ، اجتماعي طور گڏجي هڪ قوم ۽ انجي جاگرافي طور هڪ وطن ۽ انجي انتظام طور رياست جو جوڙجڪ قائم رهندو آهيو آهي. ان ۾ يورپ جي جديد خيالن ۽ انهن جي سرعت ڪيل هڪ جديد ڦٽن ۽ فلنگن هٿن پيرن واري طاقتور قوم ۽ قومي مقاصد لاءِ هڪ رياست جوڙي سگهيا آهيون. وفاق سان ڪانٽريڪٽ ڪري، صوبائي اڪائي کي قائم رکي، اسين هڪ فيڊريشن ٺاهي سگهيا آهيون.

ڇا سنڌ جي خودمختيار قوم ۽ ملڪ پنهنجي ٻين ساٿي قومن سان ملي، 23 مارچ 1940ع تي سماجي ۽ سياسي معاهدو ڪيو هئوسون. ته اسين سڀ قومون هڪ فيڊريشن ٺاهيا سون، جنهن ۾ ان جون اڪايون، انجا صوبا، خودمختيار ۽ خود اختيار Independent and Sovereign هوندا. ڇا پاڪستان جي باني جنهن جي ڪاوش ۽ رهنمائي ۾ پاڪستان 14 آگسٽ 1947ع ۾ ٺهيو هو ان کان 3 ڏينهن اڳي پاڪستان جي قانون ساز ۽ آئين جوڙڻ واري اسيمبلي ۾ 11 آگسٽ 1947ع تي صاف واعدو ۽ معاهدو ڪين ڪيو هو ته مذهب جو سياست سان واسطو ناهي، اهو ذاتي معاملو آهي ۽ اسين سڀ گڏجي هندو مسلمان، سک، پارسي ته گڏجي هڪ پاڪستان ٺاهيون ٿا، پاڪستاني ٺهياسون. پاڪستان وجود انهن ٻن معاهدن تي وجود ۾ آيو آهي، جنهن موجب سنڌ جي قومي حيثيت ۽ اختياريون قائم آهن. اهو معاهدو جن سنڌي ليڊرن ڪيو هئو يا مسلم ليگ جي قيادت سان گڏيا هئا، سي ئي پاڪستان جو بنيادي وجود گهڙين ٿا. ان ۾ جماعت اسلامي يا ٻئي ڪي ڦيرڦار جو ڪو جواز ناهي، اهو پاڪستان جي آئين جو اساس آهي. اهو معاهدو ته سنڌ پاران سنڌ جي قوم سان ٿيل آهي.

سنڌ جي قومي حيثيت کان انڪار پاڪستان جي وجود کان انڪار برابر آهي. سنڌي قوم هزارن سالن کان وٺي قائم آهي، انهي کي نسل پرستي چوڻ، هنن جي تاريخي تسلسل ۽ تمدني ارتقا، کان انڪار ٿيندو. ائين برابر آهي، تہ مغرب طرفان آيل نيشنلزم ۽ اسانجي مغرب کان مختلف نيشنلزم ۾ فرق ضرور آهي. اسانجي انسان دوست نيشنلزم، مغرب جي سول شهريت، ديواني قانون تي ٻڌل قوم جي سياسي حقن واري نيشنلزم کان ڪجھ مختلف آهي، فرق وري بہ اچي بيهي ٿو پراڻن خيالن تي ۽ نون ترقي ڪيل سماجي اوسر تي اڳي طاقتور بادشاه جي هٿ هيٺ سماج ۾ انجو ڪردار هوندو هو ۽ هاڻي جمهور تي اجتماعي مفادن تي هيٺر حريت پسند. آزاد خيالن جي بنيادن تي نيشنلزم بيٺل آهي ۽ رياست جو ڍانچو اڏيل آهي، جنهن ۾ عام انسان جي لياقت، گڏيل مقصد ۽ شموليت شامل آهن.

نيشنلزم، عقل، دانش، ڏاهپ، اخلاقيات ۽ رواداري کي جمهوريت ذريعي هڪ آزاد سماج ۾ تبديل ڪري ٿي. انهي ڪري جمهوريت نيشنلزم بنا اسري نٿي سگهي، ڪو مثبت رول ادا نٿي ڪري سگهي. نيشنلزم ئي تاريخ ساز شخصيتون ۽ تقليد لائق ليڊر ڏاهي ٿي. ذاتي سوچ جا ڪيترا نوان پٽ کلن ٿا.

نيشنلزم جتي هٽلر، مسولني يا فوجي آمر ڏاهي ٿي، اتي انسان دوست معاشرو ۽ آدرشن سان ڀريل قومي زندگي کي پروان چاڙهي ٿي. ائين برابر آهي، تہ نيشنلزم جو غلط استعمال ڏلهي، ڪوڪلي، لالچ سان ڀريل نقالي پيدا ڪري ٿي.

اهي قومون ئي سلامت رهن ٿيون، جيڪي اهڙين موقعي پرست تحريڪن کان آجيون آهن. سماجيات جي علم اڄڪلھ اهڙن چئلينجن جي ور چڙهڻ کان حفاظت جا طريقا واضع ڪيا آهن. يورپي نيشنلزم جي رواداري ۽ قوت ئي جديد صنعتي انقلاب برپا ڪيا آهن، ڪٿي ڪن ڪمزور، نااهل ۽ جاهل قومن کي فتح ڪري

ٿوري وقت لاءِ پنهنجو تسلط قائم رکيو آهي. هي جو يورپي قومن ملڪ والاريا، ڪالونيون ۽ بيٺڪون قائم ڪيون، سي يورپ جي صنعتي دور کان اڳ جون ۽ پڻ نيشنلزم جي خيالن جي اپار کان اڳ جون آهن.

جيئن هنن ڪمزور ۽ اڻ ڄاڻ قومن تي قبضا مضبوط ڪيا، هنن ۾ نوان يورپ اسٽائيل نيشنلزم جا سياسي آزادي خيال پيدا ٿيندا آيا. انهي ڪي بي معنيٰ ٻٽائڻ لاءِ قبضو ڪندڙ بيٺڪي قومن انهن جي اڳيان ٻہ قومي نظرين جهڙا مذهب تي ٻڌل، بي معنيٰ قومپرستي تي بيٺڪي عوام ڪي نشو ڏئي گمراهہ ڪيو.

اهو تہ ظاهر آهي، تہ هندوستان ۾ وڏي انگريز جي دوست سر سيد احمد خان تعليم جي مقدس خيال سان ٻہ قومي نظريہ ڪي هندوستان جي آزادي ۾ رخنو وڌو ۽ انهي نظرئي اسانکي اڄ طالبان تائين رسايو آهي ۽ هاڻي داعش (ISIS) جي دڳ لڳايو آهي، اهي سمورا مسئلا نيشنلزم کان ڪنارو ڪرڻ ڪري ممڪن ٿي سگهيا آهن.

نيشنلزم اعليٰ قسم جو سوشل ڪلچر هجي ٿو ۽ خود مطلب ڪلچر رڳو گوڙ ڪري ٿو پر پوءِ ترت ناڪام ٿي ختم ٿي وڃي ٿو.

جديد قومپرستي يعني نيشنلزم ڪي جڏهن سنڌ جي مفڪر جي ايم سيد استعمال ڪرڻ چاهيو تہ هنکي پاڪستان جي مسلم ليگ جي ٻہ قومي نظرئي وارن ڪيڏو نہ تنگ ڪيو سو تہ توهان ڪي ذاتي طرح احساس هوندو پر هاڻي جڏهن ملڪ تاراج ٿي رهيو آهي، اها نيشنلزم ئي آهي جو اسان ڪي جيئاري سگهي ٿي. انهي موضوع تي شو پنهار مئڪس مولر، مسولين ليوي، رومن روليند، ايچ جي ويلز، فائوچر، فرينچ ساونت جا حوالا اسانجي مدد ڪري سگهن ٿا.

نيشنلسٽن وٽ بي صبري هوندي آهي، ناپسندي بہ هوندي آهي، هنن ڪي ڄاڻ آهي تہ شاهوڪارن جي خبيثائي مسڪين جا ڳڻ، يورپ جا گناهہ ايشيا ۽ آفريڪا جي معصومن ڪي، هٿيارن ذريعي جنت جو پيغام ۽ زور رستي محبت سيکارڻ چا ٿيندو، هنن جي تجربي اهو سيپ

هنکي ذهن نشين ڪرايو آهي، اسان آزادي جا سبق يورپ جي طئي ڪيل ٿيوري مان تہ سکيا، پر ٿيوري يا نظريا تہ سڀ ڪجھ ناهن. اسان يورپ جي انڌي تقليد ڪندي يورپ جي اندازن جا ڇڙڪ غلام بڻجي ويا آهيون، اسان اهو شراب اجا پنهنجي بوتلن ۾ نہ اوتيو آهي، اسان جيڪي قومي خيال محترم جي ايم سيد کان ورثي ۾ ورتا آهن، پر اهو سڪو پاڪستان جي بازار ۾ هن وقت تہ نٿو متجي، نٿو هلي، هن ملڪ ۾ جائز نٿو سمجهيو وڃي، انهي سڪي کي جائز ڪرڻ لاءِ اسانکي وڏي محنت ڪرڻي پوندي، اسانکي تہ مشڪل ڪو ووٽ ملي ٿو، نڪي مستقبل قريب ۾ ڪو آسرو آهي، چالو سياسي وهڪرن ۾ اسين تہ داخل ڪين ٿي سگهيا آهيون. اسان کي نيشنلزم تي زور ڏيڻ سان گڏوگڏ، باقي عوامي حلقن جي مفاد يا سياسي، معاشي ۽ ثقافت پسندين کي ذهنن ۾ رکڻو پوندو.

پاڪستان ۾ مارڪسي ۽ ماڊرنسٽ ٻئي نڪتا فقط لاڳو ٿي ڪين سگهيا آهن، ان لاءِ نيشنلزم کي تسليم ڪرڻ ۽ لاڳو ڪرڻ سان ئي، سيئي سور لهي سگهن ٿا. پر ماضي قريب جي پنجاب ۾ سک ۽ هندو فسادي ۽ ماراماري جي تاريخ سبب، پنجاب جي صوبائي ڪلچر کي هٽ ئي لائي نٿو سگهجي، مهاراجا رنجيت سنگھ جي سک حڪومت، هنن کي پنجاب ۽ پنجابي زبان جي طرف کان، ڏور جهليو آهي، وري موجوده پاڪستان جي ٽن صوبن، سنڌ، بلوچستان ۽ پختونخواه کي اسلام جي نالي ۾ هضم ڪرڻ جي حوس، هنن کي پنجابي ڪلچرکي، پنهنجو سمجهڻ بدران، ٻہ قومي نظرئي واري اسلامي ڪلچر ۽ قوميت کي ۽ فوجي سوچ کي جهلي هلڻو پوي ٿو. فطري رستن کان منهن موڙي، غير فطري ۽ دهشتگردي کي جهلڻ ڪري، سارو سرشتو غير مستحڪم ٿي پيو آهي. ترڪيءَ وانگر ترڪ قوم ۽ ترڪي جي تاريخ کي، يورپي آزاد ۽ جديد طريقن کي ڪٽڻ سان، پنجاب جو ڪلچر ۽ ٻيا صوبائي ڪلچر ميڙڻ سان، "انڪار

وطن جي سوچ“ کان آجا ٿي سگهون ٿا. جي وطن ئي پنهنجو ناهي، ڪلچر ۽ آباواجداد جي طور طريقي کي تسليم نہ ڪرڻ، صدين کان چالو صوفي فلسفي کان لاتعلق ٿيڻ سان، جڏهن ڪ تاريخ جي تسلسل کان ڪٽجي ويا آهيون ۽ جڏهن ڪ اونده ۾ ٿاڦوڙا هڻي رهيا آهيون.

اتي قومي سوچ ئي رهنمائي ڪري ٿي ۽ پوءِ دنيا سان گڏ هلي سگهون ٿا. پراڻي وراثت، پراڻا طور ۽ طريقا ڪڏهن اهڙا تہ فرسوده ۽ بي معنيٰ ٿي پوندا آهن، جو اصل ”قوميت“ کي بي معنيٰ ڪري وجهندا آهن. ان وقت جيڪڏهن جديد طريقن کان بہ ڪنارو ڪبو تہ قوم جڏهن ڪ ختم ٿيڻ لڳندي آهي، ان لاءِ ارتقا جي اصول طور نئون ريج، نوان خيال، نئين حالتن مطابق هلڻ ۽ نوان اصول اختيار ڪرڻ کپن. انگريزن جي دور ۾ قومپرستي جو مقصد، سياسي آزادي وٺڻ هو 1947 کانپوءِ نئين اڏاوت ۽ نئين ترڪيب Adjustment ضروري بڻي آهي. ان سان هم آهنگ ٿيڻ لازمي ٿئي ٿو.

انگريزن خلاف آزادي جي جدوجهد ۾ نوآبادي ڪندڙ اسانکي غلام طور رکڻ وارن انگريزن خلاف آزادي وٺڻ جي جدوجهد ۽ جنگ مهل، اسانجي طرفان ”قومي آزادي جي جنگ“ هئي ۽ انگريز چوندو هو اسين هندوستاني ڪمي قوم آهيون، آزادي لائق ڪين آهيون. ان وقت اسانجي قومپرستي هنن جي راڳ جي مخالفت ڪندي هئي ۽ اسين هنن کي غلط ثابت ڪندا هئاسون، ان وقت جڏهن ڪ ٻن قومن انگريز ۽ اسان جي قوم جي وچ ۾ نہ رڳو نظرياتي تصادم هو پر جنگ جي ڪيفيت هئي. هنن جو چوڻ هو اسين هندوستاني ڪمتر ۽ غيرمعياري ذهن وارا آهيون ۽ هو انگريز اسان کا بهتر هئا. انهي آڪڙ ۾ پرجي، تہ انگلينڊ جي ٻي عالمي جنگ دوران اتي جي وزيراعظم ونسٽن چرچل ڪلم ڪُلا وڏي واڪي هندوستان جي آزاديءَ لاءِ چيو هو تہ:

Power will go to the hands of rascals, rouges, freebooter; all Indian leaders will be of low calibre and men of straw. They will have tongues and silly hearts. They will fight among themselves for

power and India will be lost in political squabbles. A day would come when even air and water be taxed in India.

(Ernest gollner Nation and Nationalism oxfad 1983. p.124)

حڪومت جو اختيار شرير، اڻڳن ۽ ڏوهي ماڻهن جي هٿ چڙهي ويندو. هندوستان جا سمورا اڳواڻ غير معياري ۽ خسيس تر هوندا. اهي احمق ذهن، زبان ۽ دل جا مالڪ هوندا. هو حڪومت ڪرڻ لاءِ هڪٻئي سان وڙهندا رهندا ۽ هندوستان سياسي جهيڙن ۾ ضايع ٿي ويندو. ا هڙوڏينهن بہ ايندو جڏهن هندوستان ۾ پاڻي ۽ هوا تي بہ ٽيڪس مڙهيو ويندو.

شاهہ صاحب توهان تہ سياستدان آهيو ٻڌايو تہ اسين ٻن قومن جي وچ ۾ سوچ جي انداز جي انهي فرق کي ڪيئن نبيري سگهون ٿا؟ ڇا انهي جو دارو مدار اسان طرفان جديديت کي اختيار ڪرڻ تي نہ آهي؟ اسان وٽ هن دور جي ظاهر ڪيل، هڪ نئين قسم جي قومپرستي منهن ڪڍيو آهي، اها آهي، هندوستان کان لڏي ايندڙ مهاجر واري قومپرستي.

سرمائيداري قومپرستي ۽ اجاره داري پنٽي پيل قومن جي قومپرستي کي ڪمزور عقيدي جو تصور (Superstitious political vision) ڪري سمجهن ٿا.

John Dunn western political theory in the face of future

سنڌ جي قوميت سندس ماضي جي ڪلچر جي وسعت ۽ بين المذهبي رواداري ۽ سهپ تي ٻڌل هئي، ان جو سلسلو موهن جي دڙي جي ڪلچر کان بہ اڳ جو سنڌو درياءَ تي آباد ٿيندڙ انجي شاندار معاشي ۽ تهذيبي اُٽڪ تي ٻڌل هو. اهو هلندو دراوڙ تهذيب کي ڇهندو رگويد جي آريہ لوڪن جي ڦهلاءَ کي پاڻ ۾ جذب ڪندو عربن جي نئين روشني ۾ ايران جي فارسي ۽ اسلامي برتري جي ڪلچر سان ٽڪرائيندو صوفي جي دلي محبتي لاڙن کي پاڻ ۾ سميٽي، مغل حملن

جا زخم چٽيندي، ڪلهوڙن، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ ان دور جي عالمن، صوفين، شاعرن، جوڳين ۽ اوڌوتن جي، راڳ کي چٽيندي، انگريز دور ۾ اچي 1936 ۾ سنڌ جي بمبئي کان جدا ٿي، اصلي آزاد ملڪ بدران، خودمختيار رياستجي حيثيت تائين پهتو.

ان دور ۾ اهو شروع ٿئي ٿو 1885ع ۾ جڏهن سر سيد احمد خان انگريز جي سايہ ۾ مسلمانن لاءِ انگريزي تعليم جا در پٽي ڇڏيا هئا، ۽ مسلم قومي نظرئي جو سوچ جي ابتدا ڪئي ويئي.

سنڌ ان وقت تائين پنهنجي روايتي قديمي قومپرستي (نيشنلزم) جي خيالن سان پر هو. ان اجا جديد قومپرستي ڪين چکي هئي، نڪي ان طرف مائل ٿيو هو. سنڌ پنهنجي قومپرستي کي، انهي مذهب جي بنياد تي قوم ناهڻ ۾ پنهنجو آئينده روشن ڏٺو. سنڌ اجا نئون صوبو هجڻ ڪري ۽ پهرين ووٽ ذريعي چونڊيل اسيمبلي ۾ شريڪ ٿيو اهو هن لاءِ نئون تجربو هو ۽ ائين سنڌ "مسلم ليگ جي مذهبي مسلماني سوچ" تي ٻڌل ۽ اردو زبان تي ڀروسو ڪندڙ سياسي پارٽي جي ور چڙهي ويئي. جن مسلمان اڪثريت وارن صوبن سان گڏ، پنهنجي صوبائي استحڪام لاءِ 1940ع واري پاڪستان ٺهراءُ تي ڀروسو رکيو جو حقيقت ۾ بظاهر مسلم اڪثريت لاءِ هئو پر حقيقت ۾ ان کي مسلم اقليت جي صوبن جي سوديبازي لاءِ ڪم آڻڻو هو.

اهڙي طرح پاڪستان تہ اوچتو ٺهي ويو پر سنڌ واڙڙي ٿي ويئي، هنن تي اسلام جي مقدس نالي ۾، سندس تاريخي قومپرستي (Nationalism) کي ڏانوا ڏول ڪري ڇڏيو.

پاڪستان ٺهڻ تي جناح هندوستان جي مسلمان اقليت وارن صوبن جي مسلمان کي تلقين ڪئي، تہ هو صرف حڪومت لاءِ وزير، ڪاروبار لاءِ مسلمان سيٺ، هندوستان پر جا سول ۽ فوجي آفيسر، وٺي پاڪستان وڃي ٿو پنجاب ۽ بينگال جي مسلمانن ڪانسواءِ ڪو مسلمان مسلم ليگي يا غير ليگي پاڪستان نہ هلي ۽ نہ لڏي،

هندوستان سندن وطن ۾ رهي، اتي جي حڪومت جو وفادار شهري ٿي رهي. هن مسلم ليگ جي سواءِ جيڪي هن وزير ڪري ڪنيا، پين مسلم ليگي ليڊرن جهڙوڪ نواب اسماعيل، راجا محمود آباد، چوڌري خليق الزمان سميت پاڪستان نہ هلن.

سنڌ مان هندن جي لڏپلاڻ تان، مسلمان اقليتي علائقن ۾ مسلمانن کي تڪليف رسي، هنن 1950ع ۾ لياقت نهرو پئڪٽ ناهي ۽ سٽيزنشپ ائڪٽ (Citizenship Act) ناهي، لڏپلاڻ کي قانوني طرح بند ڪيو. پر پاڪستان جي تحريڪ وقت جيڪو اسلامي جذبي کي برملا وڌائي چڙهائي ظاهر ڪيو ويو هو. اهو پاڪستان ملڻ بعد ۽ آزادي بعد، ڪارگر سياسي نظريو ڪين رهيو. انڪري جناح پاڪستان قائم ٿيڻ کان ٿي ڏينهن اڳ پاڪستان جي آئين ساز اسيمبلي جيڪا مرڪزي قانون ساز ادارو بہ هو ان ۾ چيو تہ پاڪستان تحريڪ وارا خيال ڇڏيو. هٿيار ڦٽا ڪيو ۽ هاڻ پاڪستاني آهيو. پاڪستاني ٿيو ۽ مذهب جو سياست سان ڪو واسطو ناهي. پر جيئن تہ جناح خود مسلمانن ۾ اسلام جي دهشتگرد جذبي کي هوا ڏني هئي، تن جناح جي آڪٽوبر 1948ع فوت ٿيندي ئي، مولانا مودودي جهڙي مذهبي عالم جي هدايل رستي تي، پاڪستان تحريڪ کان بہ وڌيڪ تعصبي نظريو پيش ڪيو تہ پاڪستان جو وجود ئي، اسلام جي عظمت کي حاصل ڪرڻ ۽ دنيا ۾ اسلام جي ظهور کي حقيقت بڻائڻ آهي. اهڙي طرح اها سوچ اڳتي وڌندي، طالبان کان ٿيندي، القائده کان ٿيندي اچي داعش (ISIS) تائين رسي آهي.

ان وقت سنڌ طرفان سندس تاريخي قومپرستي ئي، پاڪستان لاءِ مشعل راه بڻي آهي. هاڻي جلال محمود صاحب اندازو لڳايو اوهان جي "سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي" ئي پاڪستان لاءِ صحيح سياسي رستو آهي ۽ هاڻ توهان تي ڪيتري نہ ذميداري آهي.

روچي رام

پنجون خط
10 نومبر 2014.
ڪلفٽن ڪراچي.

# ٻه قومي نظريو ۽ سنڌ

**پيارا جلال شاهه**

توهان کي خبر آهي ته اسان جو ملڪ نئين رستي تي ڪين هلي رهيو آهي. اسين ۽ اسان جا اجداد، اسان جون گذريل پيڙهيون، 1843ع کان وٺي، جڏهين کان انگريز اسان کان مياڻي جي ميدان تي جنگ کٽي اسان جو حاڪم بڻيو اسان پنهنجي تمدن، تعليم، سماج ۽ معاش کي پنهنجي قديم تاريخي سماجي ڍانچي مطابق اڳتي وڌائڻ کان بيوس ٿي وياسون ۽ انگريز جي منشا ۽ بيٺڪي ڪلچر مطابق انهن جي ضرورت ۽ صنعتي اٿڪ مطابق سمورو معاشرو ۽ ساري سنڌ انهن جي نذر ڪئيسين، هنن (انگريزن) جيئن چاهيو تيئن اسان جو ڏڪ سينگاريو بئراج جوڙيا، واهه کوٽيا ۽ زراعت کي فروغ ڏنو. ريلون رستا ۽ مواصلات ميسر ڪيا، اسڪول ڪاليج ٺاهيا، علم ادب، ڪتاب اخبارون ۽ ڇاپاخانا ٺاهيا، ان طرح ڇا ٿيو جو اسان پنهنجو قالب ڦٽا ڪري، هنن جي سانچي ۾ گهڙجي، دنيا ۾ داخل ٿياسون.

اسان جي قومي سنڌي معاشري ۾ مسلمان ۽ هندو هڪڙي ئي قومي سوچ ۽ وطن پرستي جي جذبي هيٺ، هڪ ئي وطن جا بنا فرق جي شهري هئا. سنڌي هندو جو ميرن جي دور ۾ ناخوش هو ڪٿي ڪٿي مذهبي تعصب جو شڪار پڻ ٿيو. جڏهن ته عامل ۽ پائيبند ميرن جا روينيو ناٿي، واپار ۽ سفارت جا صلاحڪار پڻ هئا ۽ سند جي سماج ۾ عزت ۽ حيثيت هئي. ان ڪانسواءِ هي ڏيهي توڙي پرڏيهي واپار تي گرفت به رکندا هئا. ڪين انگريز جي دور حڪومت جيڪي مذهبي آزادي، ترقي، تعليم، واپار ۽ ٽيڪنالاجي جا موقعا ميسر ڪيا، تن ۾ هنن شوق سان حصو ورتو ۽ اهڙي طرح سنڌي شهري نواڻ، واپار، سياست، سيڙپ تي حاوي ٿيڻ لڳا هئا ۽ هنن جي هٿ تعليم، واپار، سرڪاري نوڪريون، علم ادب جي فروغ جا وسيلا پڻ آيا. ان ترقي ۾ سنڌ جي مسلمان ڪميونٽي ۽ ديهاتي (ڀهراڙي) شامل ٿيڻ بدران، هندوستان جي مسلمان جي جهد ۾ ڦاسي پيئي، جنهن جو مرڪزي خيال، ٻه قومي نظريو(Two Nation Theory) هئو. هو ان سان شريڪ ٿيڻ ۾ ئي، پنهنجو آئيندو سنوارڻ جو رستو سمجهڻ لڳا.

اچو ته ڀهريائين ڏسون ته مغل سلطنت جي زوال بعد، يو پي جي مسلمانن انهي نقصان جو ڀورائو ڪيئن ڪيو، ڪهڙو رستو اختيار ڪيو يا ڪهڙو نئون ڏگ ناهيو جو هڪ غير فطري، نفرت تي ٻڌل بنا تاريخي حقيقتن کي نظر ۾ رکندي، زوال تي رسيل اقتدار وري جاڳائي، مذهبي اعتقادن ذريعي دنيوي اقتدار ۽ سياسي حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳا.

انهي موضوع تي لکندي، آئون اوهان جو ڌيان ٻن تاريخي شخصيتن جي لکڻين طرف، رجوع ڪرڻ چاهيان ٿو. هڪ مشهور خط جيڪو 1732ع ۾ دهلي جي وڏي مسلم اسڪالر شاهه ولي الله، احمد شاهه ابدالي کي لکيو هو ۽ ٻيو هڪ ڪتاب 1909ع ۾ مهاتما گانڌي گجراتي ۾ لکيل ڪتاب ”هند سماج“ جنهن جو 1910ع ۾ انگريزي ۾

ترجمو ڪري، جهانسبرگ (ڏکڻ آفريڪا) ۾ ڇپيو جنهن تي بمبئي (ممبئي) سرڪار بندش وڌي هئي.

خالق احمد نظامي، پنهنجي ڪتاب "شاهہ ولي الله جا سياسي خط" ۾ شاهہ ولي الله جي نجيب الدولت نظام الملڪ ۽ احمد شاهہ ابدالي کي لکيل خط ملاحظہ ڪيو جنهن ۾ هن اسلام جي اصلوڪي وجايل حڪومت، نامور ۽ شان (Pristine Glory Of Islam) نافذ ڪرڻ لاءِ مدد گهري هئي.

شاهہ ولي الله پنهنجي احمد شاهہ ابدالي کي لکيل خط ۾ ڇيو آهي تہ،

"In short the Muslim community is in pitiable conditions. All control of the machinery of government is in the hands of Hindus, because they are only people who are capable and industrious, Wealth and prosperity are concentrated in their hands, while the share of Muslims is nothing but poverty and misery___________ At this time you are the only king who is powerful, for_sighted, and capable of defeating the enemy forces. Certainly it is incumbent upon you to march to India, destroy marhatta domination and rescue weak and old Muslim form the clutches of non_Muslims. If God forbids, domination by infidels continue, Muslims will forget Islam and within a short time become such a nation that there will be nothing left, to distinguish them from non_Muslims.

"مختصر تہ مسلم ڪميونٽي رحم جوڳي حالت ۾ آهي، حڪومت جي سموري مشينري هندن جي هٿ ۾ اچي ويئي آهي، هو ئي صرف قابل (لائق) ۽ جفاڪش آهن. دولت ۽ سٺا شاهوڪار صرف هنن جي هٿن ۾ آهن، جنهن ۾ مسلمانن جو ڪو حصو ناهي. صرف

غربت ۽ ويچارگي اٿن. ...... هن وقت توهان ته اهڙا بادشاهه آهيو جيڪي طاقتور، دور انديش ۽ اهل آهيو جيڪي دشمنن کي شڪست ڏيئي سگهو ٿا. تنهن ڪري اوهان لاءِ لازم آهي ته هندستان تي حملو ڪريو مرهٽن جي اقتدار کي ختم ڪيو ڪمزور ۽ عمر رسيد[5] مسلمانن کي، غير مسلمانن جي چنبي مان آزاد ڪريو. خدا حفاظت ڪندو. جي ڪافرن جو تسلط قائم رهندو ته مسلمان اسلام کي وساري ويهندا ۽ اهو وقت پري ناهي، جو خبر ئي نه رهندي، ته ڪا مسلمان قوم هئي، جيڪا غير مسلمانن کان مختلف هئي".

مهاتما گانڌي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي، ته "انگريز ڪو هندوستان ڪين فتح ڪيو هئو اهو اسان هنن کي ڏنو آهي. هنن جي طاقت اسان تي قبضو ڪين ڪري ويئي آهي، پر اسين هنن کي رکي ويٺا آهيون. ڪمپني بهادر (ايسٽ انڊيا ڪمپني) وٽ اها اهليت ۽ ارادو ڪين هو ته هو ڪا بادشاهي هٿ ڪندا. هنن جي آفيسرن کي ڪنهن هندستان جي سون چاندي ڏيکاري، ڪنهن هنن جون شيون ۽ جنسون خريد ڪيون. تاريخ ۾ شاهدي موجود آهي، ته اسان ڪهڙيون غلطيون ڪيون. جڏهن اسان جا حاڪم وڙهندا هئا، ته "ڪمپني بهادر" وٽ ويندا هئا، مدد وٺندا هئا ۽ هڪ ٻئي کي ختم ڪندا هئا. اهڙي طرح انگريز واپار ڪندي، جنگيون به جوٽيندا هئا. انگريز کي ڏوهه ڏيڻ بدران، سمجهون ته اسان هندستان انگريز کي ڏنو آهي".

ان وقت 1831ع ڌاري هٽن شهيد سيد احمد راءِ بريلوي ۽ اسماعيل سيد جي اڳواڻي ۾ اقتدار لاءِ ڪوشش ڪئي، پر ڪامياب ڪين ٿيا. اها تاريخي حقيقت به عالم آشڪار آهي. اڳتي هلون، معلوم ڪريون ته اقتدار کان لٿل مسلمان، ڪيئن اڳتي وڌڻ لاءِ منصوبا جوڙيا. هنن اول ۾ 1857ع واري فوجي بغاوت ۾ انگريزي فوج کي شڪست ڏئي، دهليءَ ۾ پهچي بادشاهه بهادر شاهه ظفر کي، تخت تي ويهاري مغل سلطنت جو ڇٽڪ پايو وڌو. جنهن ۾ نه لياقت هئي ۽ نه فوجي ۽ غير

فوجي وسيلا. سندن مغل اعظم وارا شهنشاهي طور طريقا، جنهنجو جيڪو حشر ٿيو سو تاريخ جو حصو آهي. مغل شهنشاهه بهادر شاهه ظفر جا پٽ شهيد ٿيا ۽ هنکي انگريزن رنگون ۾ قيد ۾ رکيو جتي ئي هن وفات ڪئي.

پوءِ تہ انگريز جو تسلط ساري هندستان تي ڇانئجي ويو ۽ 1857ع واري غدر ڪانپوءِ لنڊن واري انگريز حڪومت، ڪمپني ڪان اقتدار ڪسي خود سڌو پنهنجي حوالي ڪيو. ان ڪانپوءِ سر سيد احمد خان مسلمانن کي انگريز خلاف ٿيڻ بدران، هندن يا ڪانگريس سان گڏجي، آزادي وٺڻ ۽ جمهوريت قائم ڪرڻ بدران مسلمانن کي جدا تيار ڪرڻ شروع ڪيو (۽ پڻ عليگڙهہ جي تعليمي اداري ذريعي) تہ انگريز جو ساٿ ڏيئي، انهن جي اثر هيٺ، ڪلچر هيٺ، هنن جي سائنسي ۽ جديد سياسي خيالن جي سايہ ۾ شڪست کاڌل مسلمانن کي وري اڳيان آندو.

سر سيد احمد خان، جديد يورپ (انگريزي) سوچ جي اثر هيٺ، مسلمانن جو هندستان ۾ سندن اسلامي سياست کي انگريز جو زيردست بڻائي، سندن اقتداري دور کي مضبوط ڪيو. هن جي عليگڙهہ واري تحقيق منجهن نواڻ پيدا ڪئي هئي. هندستان جي مسلمان، اقليت وارن صوبن ۾ ٻہ قومي نظريہ واري قومپرستي تحت سياست ڪئي. انهي ٻہ قومي نظرئي جو مطلب هو تہ مسلمان پنهنجي مذهب مطابق جدا قوم آهن. هو قوم جي تاريخي ۽ قومي ارتقا ڪان انڪاري آهن، پر ساڳئي وقت پاڻ قوم سڏائي، باقي هندوستان سان جڙيل ۽ جي تاريخي وهڪري ڪان پاڻ کي جدا سمجهي، هڪ مذهب مطابق قوم سڏائي سياست ۾ اڳتي وڌيا. هو حقيقت ۾ هندوستان جي ٻين صوبن جي جدا تاريخي ۽ قومي وجود جنهن ۾ مسلمانن جي ڪاوش بہ شامل هئي، انهي ڪان روگرداني ڪري، دهلي مغل سلطنت ۽ متصل يوپي UP معني آگري ۽ اوڌ جي يونائيٽيڊ صوبن جي ڪلچر، تاريخي وهڪرن

ڪي مسلمان قوم ٻڌائڻ جو راڳ آلاپيو حالانڪ اهي دهلي جا سلطان ۽ شهنشاهه سنڌ ۽ ٻين قومي وحدتن کي پنهنجو حصو ڪين سمجهندا هئا، پر فتح ڪري مفتوح قوم ۽ علائقو تصور ڪندا هئا. اسان سنڌ وارن ۽ هندوستان جي ٻين قومن پنهنجي قومي حيثيت کي وساري هنن جي مغلائي ۽ سلطاني تسلط کي قبول ڪري پنهنجي اصليت کي وساري ويٺاسون، اهو ٻہ قومي نظريو جنهن تي پاڪستان جو بنياد رکيو ويو آهي، سو تہ غلط ثابت ٿيو آهي. هن وقت بنگلاديش جو وجود ۽ ٻين صوبن ۾ قومي حقن جو سوال ئي هن وقت اهم ٿي بيٺو آهي.

برصغير هند ۽ پاڪستان هڪ قوم ڪين هئا. اهي آزاد، خودمختيار ۽ خود اختيار قومون آهن. جن کي دهلي جا مغل ۽ سلطان ۽ پوءِ انگريز صوبا سڏي، پنهنجي قبضي تحت رکندا آيا آهن. اسان سنڌ ۾ تہ اهو وساري ويٺا هئاسون تہ اسين ڪو آزاد قوم ۽ خودمختيار ملڪ آهيون. اهو ڪريڊٽ، اهو جس، اهو داد ۽ اهو سهرو جي ايم سيد جي سر تي آهي، ميڇڻو پوندو تہ اسانکي ننڊ مان اٿاريو اٿس، تہ اسين قديمن کان تاريخي عمل سان هڪ قوم آهيون، سڏريل نيشن آهيون ۽ آزادي جا خودمختياري ۽ خوداختياري جا حقدار آهيون. جنهن لاءِ محترم جي ايم سيد عمر جا 30 سال جيل ۽ نظربندي ۾ پوڳيا. اهو احسان تڏهن لاهي سگهنداسون، جڏهن هن جي فڪر موجب تحريڪن کي ڪامياب بڻائينداسون. اهڙن لاءِ لطيف سائين جو هي شعر آهي.

سڪر سيئي ڏينهن، جي مون گهاريا بند ۾،
وَسايم وڏ ڦڙو مٿي ماڙين مينهن،
نيئر منهنجو نينهن، اجاري اڇو ڪيو.

روچي رام

چهون خط
18 نومبر 2014.
ڪراچي.

# جديد نيشنلزم ۽ پاڪستان

پيارا جلال محمود،

مون توهانکي اڳ ۾ لکيل خطن ۾ نيشنلزم يعني قومپرستي مان واسطو رکندڙ سياسي خيالن ۽ ان سان لاڳاپيل نظرين جو ذڪر ڪيو آهي، پر لڳيم ٿو تہ ان ۾ صرف خاص ۽ خالص قومپرستي ۽ حب الوطني سان لاڳاپيل جديد اجاگر ٿيل نيشنلزم بابت تفصيل ڪين ڏنو هوم. توهانجي طالب اهو تفصيل سان لکڻ لاءِ مناسب طلب آهي، انهي ڪري هن خط ۾ جديد دور ۾ پڌري ٿيل عمل ۾ ايندڙ نيشنلزم بابت لکندس. هن دور ۾ جيڪي رياستون آهن، خودمختيار اسٽيٽس آهن، يا فيڊريشن يا ڪانفيڊريشن جون اڪايون يا شامل ٿيل جيئريون جاڳنديون قومون آهن، تن جي قانوني حيثيت Sovereign Power آهي ۽ اهي پنهنجي رياست اندر خود اختيار آهن ۽ مڪمل طور ڪنهن بہ پاور جي طابع يا زيردست ڪين آهن. دنيا حقيقت ۾

اصل ۾ هنن جو ميونسپل (ملڪي) قانون يا بين الاقوامي قانون واري هنن جي حيثيت کي مڃي وڃي ٿي، قبول ڪئي وڃي ٿي. ڪنهن فرد، اداري يا ملڪ کي قانوني جواز يا اختيار ناهي تہ قوم ۽ انجي رياست جي جاگرافي يا خودمختياري خلاف ڪو قدم کڻن، دست اندازي ڪن، ڪا هير ڦير ڪن يا حملو ڪن، يا قبضو ڪن. هنن جي اقوام متحده ۾ شموليت بہ هڪ نيشن طور آهي، انهي ڪريتاريخي طور وجود ۾ آيل قوم جي حيثيت مقدم آهي، ان کي رنگ، نسل، مذهب يا فرقيپرستي نالي سان داغدار يا تصوروار نٿو چئي سگهجي. اينسيڪلوپيڊيا برٽينيڪا(EncyclopaediaBritannica) ۾ نيشنلزم جي وصف (Definition) ۽ وجود کي هن ريت لکيو آهي.

Nationalism may be defined as a state of mind in which the individual feels that every ows his supreme secular loyalty to the nation – state. Nationalism is a modern movement throughout history men have been attached to their native soil, to the traditions of their parents and to established territorial authority.

## قوم ڪيئن نهي ٿي.

جيئن اسانجو گهر آهي، ڪٽنب آهي، خاندان آهي، حسب نسب آهي، ماءُ پيءُ، پاڻ پيڙهون، آباواجداد آهن. ماءُ کان مليل مٺڙي پياري ٻولي آهي، وطن جي مٽي جسم جي ذري ذري ۾ مليل ۽ سمايل آهي، هوائون، وڻ ٽڻ، ساوڪ، ڦول، اناج، پن، ڪنڌا سمورا جسم ۾ جڙيل ۽ سمايل آهن. هي هوائن جا ساز بڪين جولوليون، جانورن جون هوڪارون، جن سان ئي اسانجي ٻولي جا لفظ جڙيا آهن. جيڪي راڳ ۽ ساز اسانجي روح ۾ سمائجي ويا. جن هم وطنين سان گڏ گهاريوسون، کٽا سور ۽ مٺا پل گهارياسون، ڏيڻ وٺڻ ڪيوسون، عيدون ۽

خوشيون ملهائيوسون، قبيلي ڪان وڌندا قوم بڻياسون، حڪومتون جوڙيوسون، ٻاهر ڪان آيل مهمانن جي آجيان ڪئي سون. انهن جي توازع ڪئي سون، ڪچهريون، قصا ڏور، گجهارتون ونڊيوسين، ٻاهران آيلن کي پناهه ڏيئي برابر گهر ۾، دل ۾، ذهن ۾ جاءِ ڏني سون. انهي قومي جوڙجڪ کي جاگرافي جي حدن ۾ رياست قائم ڪئي سون، ان لاءِ حب الوطني جي جذبي تحت جانيون قربان ڪيوسين.

انهي نموني قوم تي جڙياسون، ائين هزارين سال گذريا، ڪي آيا، ملي هڪ ٿي ويا، ڪن ٿريو لٽيو پر اسانجو ڪلچر سلامت رهيو. ٻي ڪا ٻه ٻولي کي سنڌ ۾ خيما ڪين کوڙي سگهي، چاڪاڻ ته ڪنهن ۾ ٻه بادشاهه ڀنائي جي سنڌي انجي استعمال جي انجي خوبصورتي ۽ جوڙجڪ جهڙي قوت ڪين هئي. ڪنهن جي ٻولي ۾ سنڌي جهڙي خوبصورتي روپ رنگ جماليات، جلاليات، اخلاق شعور، عقل سليم سونهن سينگار ڪين آهي. اردو ڪهڙي ۽ ڪيتري نه اهم ۽ شاهوڪار ٻولي آهي، هتي سنڌ ۾ آئي پر اها اڃا سنڌ جي سونهن، سنڌ جي هيڪار سنڌ جي نظم ۽ نثر، سنڌ جو مزاج، درياءَ جي دهشت، دل جي دلربائي کي پاڻ ۾ سمائي ڪين سگهي آهي، نڪي سنڌ جي ڪلچر جي خوشبو ان ۾ ظاهر ٿي آهي. جيڪي سنڌ ۾ آيا، تن کي سنڌ سڌي زبان ۾ ئي سمجهڻ ۾ ايندي، جيتوڻيڪ سندن ٻولي خود سندن اصلي آبائي وطنن جي هيڪار سان پريل آهي.

## نيشنلزم جو قديم دور.

نيشنلزم يا قومپرستي جي جديد دور کان اڳ سياسي وابستگي يا وفاداري قوميت جي جديد اصولن پٽاندڙ ڪين هوندي هئي. انهي ڪري انسان جي تمدن، مذهب يا ذاتي فوجي يا ڏاڍن مڙسن جي اثر هيٺ سياست وڌندي هئي، ۽ سندس اوسر ٿيندي هئي ۽ حڪومتون جڙنديون ۽ ڊهنديون رهنديون هيون، جا سياست گهڻو ڪري مذهبي

عقيدن جي بہ تابع هوندي هئي، مذهبي پيشوا ڪنهن سيڪيولر اڳواڻ معرفت حڪومت هلائيندا هئا. ائين روم جي چرچ يا مسلمان فاتحن جو رياستن تي قبضو هوندو هو ۽ پڻ پنهنجي مذهب جي تبليغ بہ ڪندا هئا، ۽ زبان يا ٻولي جو ڪلچر لئف ۽ عربي يا (فارسي) هئا. ائين هندوستان ۾ سنسڪرت هئي، يورپ ۾ پوءِ سيني قومن جي پڙهيل ماڻهن فرانسي (French) زبان کي تمدن ۽ تهذيب جو ذريعو ڪري تسليم ڪيو هو. اهو 18 صدي جي آخر ۾ مهذب دنيا نيشنلزم کي انسان جي سياسي ۽ تهذيبي ۽ قانوني طور تسليم ڪري سياست کي انجي تابع ڪيو ۽ نيشنلزم جو بنياد ڪري ڪنيو ۽ انهي ذريعي حڪومتي نظام ۽ سماجي جوڙجڪ گهڙيا ويا ۽ انهن جو اوائلي واهڻ ماڻهن جي مادري ٻولي ڪري ڪنيو ويو جو انهي نموني ئي نيشنلزم کي اڳتي وڌائي سگهيا. فاتحن جون زبانون مفتوح قومن تي مڙهڻ جون ڪوششون ڪيون ويون، پر اهي انهن جي دور بعد ختم ٿي ويون ۽ مادري زبان اڳتي نڪري استعمال ٿيندي رهي. سنسڪرت جي جڳهہ تي هندوستان جون قومي علائقن جون ٻوليون رائج ٿيون. هندوستان ۾ مسلمان حاڪم يا شهنشاهہ ۽ پوءِ مسلمان عوام عربي پوءِ فارسي ڪان ٿيندا دهلي ۽ يوپي جي مقامي زبان کي اردو سڏي استعمال ڪندا آيا آهن. ٻولي جو مٿان زوري نافذ ڪرڻ بہ هڪ قسم جي ملڪ گيري يا سامراجيت جو قسم آهي، 18 صدي جي آخر ۾ قومپرستي ئي آزادي ۽ خودمختياري جي بقا جو ذريعو بڻي ۽ سياسي وفاداري قائم ٿي. قومي ٻولي ترقي ڪندي، ادبي، علمي، فني ۽ ڪاروباري زبان جي درجي تي رسي ۽ انهي ذريعي ئي قومون پنهنجي ماضي جي ڪارنامن ۽ انهن جي تسلسل کي ظاهر ڪري اجاگر ڪرڻ ۾ لڳيون ۽ انسان جي آزادي ۽ وقار جو جديد دور شروع ٿيو. فاتحن جي ڌارين ٻولي مقامي قوم جي تاريخي واقعن فن، آرٽ ۽ زندگي جي اصولن کي تربيت ڏيڻ ۽ اپارڻ بدران انکي ناس ڪرڻ ۾ لڳندا آهن ۽ پنهنجو ڪلچر، فن، ۽ ٻولي

نافذ ڪندا آهن. جو مفتوح قومن کي جهڪائڻ ۽ تابع ڪرڻ بدران انهن ۾ بغاوت پيدا ڪندو آهي. اها ئي ڳالهه آهي تہ ڪيترين قومن نا اهلي ڪري غلامي قبول ڪري فنا ٿي ويندين آهن. پوءِ بہ اهو ارتقائي اصول آهي تہ رک مان ٿليهار مان بہ ڇٽڪ نڪري اٿي پنيت ٿي پوندي آهي.

سڌريل قومون پنهنجي آزادي برقرار رکڻ لاءِ اندروني ڪمزورين يا غلامي پسند ڪندڙن خلاف برسر پيڪار رهنديون آهن. فرانس، انگلينڊ، روس ۽ چين وارن پنهنجي اندروني ڪمزوري بشمول فيوڊلزم زميندار هيٺ هاري مخلوق کي غلام ڪندڙ وغيره کي ختم ڪري نوان معاشي ۽ سياسي طريقا استعمال ڪري آسوده ۽ مهذب قومون بڻجي ويل آهن. ائين قومپرستي ئي آزادي حاصل ڪرڻ آزاد ٿي جيئرا رهڻ پنهنجي شاندار ماضي جي پوئيواري ڪندي نوان خيال ۽ طريقا استعمال ڪري آزاد شخص پليرا ۽ مٿيرا انسان دوست ٿي وجود قائم رکي وينا آهن.

جتي وطن دوستي ناهي وطنيت ناهي، قوم پرستي ناهي، آزاد ٿي آزادي ماڻڻ جي لياقت ناهي بچي، انهن جو وسيلو نيشنلزم رستي وري نئين سر اجاگر ڪري سگهجي ٿو جنهن لاءِ ماهرانا ڪاريگري سان جذبن کي تقويت پهچائي سگهجي ٿي. ڪي قومون اهڙيون ياري غلطيون ڪنديون آهن، جن ذريعي وري اٿڻ ايرڻ جا رستا بند ٿي ويندا آهن.

## سياسي آزادي ۽ قومپرستي.

پکي پنجري ۾ بند آهي، مال ميوا ملنس ٿا، ٻاهرين خطرن کان حفاظت ۾ آهي، هن مٿي آسمانن ڏانهن نظر ڪري ٿو. آزادي جي اڏام کهڙي نہ دل پسند ٿئي ٿي پر آزادي ۾ خطرا بہ آهن، پکي کي آسمانن ۾ وڏا پکي پڪڙيندا آهن، کائيندا آهن، شڪاري تير تفنگ ۽ بندوق

ڪنيو بيٺا آهن، آزادي قائم رکڻ ڪيترو نہ ڏکيو ڪم آهي. غلامي ۾ ڪھڙو نہ سک ۽ سلامتي آهي.

سائين جلال شاھہ اوهان کي ڪي مثال ٿو پيش ڪيان.

اسڪاٽلينڊ انگلينڊ سان گڏ آهي، گڏيل ملڪ کي گريٽ برٽن سڏين ٿا، يونائيٽڊ ڪنگڊم (UK) بہ سڏين ٿا. اسڪاٽلينڊ ننڍو ملڪ آهي، پيداوار جا ذريعا گھٽ اٿس، جابلو ۽ برفيلو ملڪ آهي. انگلينڊ ان کان وڌيڪ سکيو ۽ مال ملڪيت وارو ملڪ آهي. انهن سان گڏ هجڻ ڪري اسڪاٽلينڊ وڌيڪ خوشحال آهي. اتي اڳئين مهيني ريفرنڊم (Referendum) ٿيو تہ انگلينڊ کان آزاد ٿيڻ چاهي ٿو يا گڏ رهڻ چاهي ٿو. اسڪاٽلينڊ جي نيشنل پارٽي انهي عوام جي راءِ تي ووٽن ۾ هارايو ۽ اسڪاٽلينڊ آزاد ٿيڻ بدران هاڻي انگلينڊ سان گڏ رهندو. اسڪاٽ لينڊ جي آزادي جو اڳواڻ اليڪسس سالمنڊ ( Alex Salmond) آهي. هو آزاد جو متوالو آهي. انهي ريفرنڊم ۾ هارائڻ بعد هن کان پڇيائون تہ "هاڻي تنهنجو ڪھڙو خيال آهي؟" جواب ڏنائين " اڪثريت آزادي بدران مال ملڪيت ۽ خوشحالي جي فائدي ۾ تي آزادي خلاف ووٽ ڏنو آهي. سو بہ تمام محدود اڪثريت سان (55 سيڪڙو برخلاف 45 سيڪڙو) حق ووٽ ڏنو آهي پر منهنجو خيال آهي تہ مال ملڪيت، ٺاٺ باٺ ۽ شاهوڪاري کان اعليٰ شيءِ اعليٰ حس آزادي آهي. آسمانن جا سفر ۽ ذهني مزو آزادي ۾ آهي.

## انگريز جي قومپرستي.

آزادي لاءِ اسڪاٽ لينڊ جي مشهور شاعر والٽر اسڪاٽ (Walter Scott ) جو شعر آهي.

Breathes there the man, who never to himself hath said,
This Is My Own, my native land.

"ڇا ڪو اهڙو ماڻهو ساهہ کڻندڙ ماڻهو آهي،

جنهن ڪڏهين پنهنجو پاڻکي نہ چيو آهي،

هي منهنجو پنهنجو وطن آهي، منهنجي موروثي ڌرتي آهي؟ ”

وطن دوستي يا قوم پرستي جو نالو نيشنلزم آهي، جنهن جي آڌار تي باقي سياسي معاشي ۽ تهذيبي عمارتون حڪومتون ادارا نهي ۽ هلي سگهن ٿا. قومپرستي ئي انساني عظمت جو نشان آهي. مال ميوا ملڪيت تہ پڪي وانگر پيچري ۾ بند ڪي بہ جام ملن ٿا.

انگريز جي نيشنلزم ۾ قومي اهنڪار سبب ٻاهريان اڇي سولائي سان انگريز تي ڪين سگهندا آهن. چاڪاڻ تہ هنن انگريز جي ڪاڌي ۽ ڪلچر جي مرڪز (Roasted Beef) جو مزو نہ ڪي ورتو آهي، نہ ڪي وٺي سگهندا آهن. مشهور راڳ آهي. ( The Roast Beef of England) اهو بيت مشهور آهي. انگريز جي مزاج کي سمجهڻ لاءِ جنهن جا جملي 17 بند آهن اهي ڪنهن جذبي سان ڳاتا وڃن ٿا. انگريز هڪ وڏي ۽ مضبوط نيشن آهي، قوم آهي. انگلينڊ وارا چوندا رهندا آهن. اسين وڏيڪ انگلينڊ وارا آهيون. برٽن ۾ (يوڪي) وارا گهٽ آهيون. هنن کي فخر پنهنجي انگلينڊ جي قوميت تي آهي. جڏهن ٻي عالمي جنگ (WWII) لڳي هئي ۽ چرچل وزيراعظم ٿيو هو ۽ جرمن جهازن لنڊن ۽ ساري برٽن تي زبردست بمباري ڪئي هئي ۽ انگلينڊ ختم ٿيڻ تي هو تڏهين چرچل پنهنجي وطن بچائڻ لاءِ چوندو رهندو تہ اسين پنهنجي انگريز قوم جي بچاءَ لاءِ آخرتائين لڙندا رهنداسون. اسين پسينو ۽ خون قربان ڪنداسي، گهٽين، رستن، جبلن ۽ سمنڊن هر محاذ تي پنهنجي مادر وطن لاءِ لڙندا رهنداسون. وطن لاءِ قربان ٿيڻ لاءِ لکين زالون والنٽيئر هيون، مرد محاذ تي هئا ۽ زالون پويان سارو ڪاروبار هلائيندڙيون هيون. فرانس انگلينڊ کان بہ وڏيڪ نيشنلسٽ آهي. مثال طور هنن فرانس جي نيشن جي بچاءَ لاءِ 1940ع کان 1945ع تائين زير زمين جنگ لڙندا رهيا. فرانس ۾ نيپولين ڪوڊ نافذ آهن. جنهن موجب سڀني فرانس شهرين گورن ڪارن ايشيائين

سيني لاءِ هڪ جهڙو قانون ۽ سماجي نظام ۽ فڪلي لا آهي. اهي پنهنجي قومي حيثيت کي برقرار رکندا اچن. اهوئي سبب آهي جو هو 15 لک مسلمان عورتن کي علحده حيثيت طرف راغب ٿيڻ طرف نٿا وڃڻ ڏين. ايجيپٽ جي سيئز جي 1954ع جي جنگ ۾ انگريز ۽ فرانس مصر تي حملو ڪيو هو. جڏهن ايجيپٽ سيئز ڪئنال قومي تحويل ۾ ورتو هو پر روس جي مدد سان حملي آور انگريز ۽ فرينچ هٽي ويا. ناصر پوءِ ماسڪو ويو هو. روس جو ٽورو مچڻ اتي هن کي روس جي وزيراعظم خرشيچوف چيو تہ اسان جي ٻن ڪروڙ روسين شهادت جو جام پيتو اسان جي ڪميونسٽ نظام جي بچاءَ لاءِ. ان تي ناصر چيو هو تہ "اوهان جي سپاهين ۽ عوام ڪميونسٽ قدم لاءِ نہ پر وطن لاءِ جان ڏني. اسٽالن هٽلر جي حملي وقت قومپرست روسين ۽ پادرين کي درخواست ڪئي هئي تہ وطن کي روس جي قوم (نيشن) کي بچايو ۽ انهي نعري تحت هنن قربانيون ڏنيون. " مپرستي جنگ ڪئي هئي."

جڏهين آمريڪي اتحادي فوجون ائٽلانٽڪ مها ساگر مان فرانس جي سرزمين تي لٿيون ۽ جرمن فوجن کي هٽايائون ۽ پئرس پهتيون تہ فرانسيسي عورتون حسين ۽ ڪنواريون سڀ آمريڪي سولجرن کي چنبڙي پيون هنن کي ڀاڪرن ۽ چمين سان سٽي ڇڏيائون. هنن کي وطن ۽ قوم پياري هئي ان کي آزاد ڪرائڻ ۽ فتح ڪرڻ تي اهي پاگل ٿي پيون هيون. اهو احوال تفصيل سان ڪتاب پئرس از برننگ ۾ لکيل آهي. ثابت ٿئي ٿو تہ رياست سان محبت کان قوميت جو جذبو وڌيڪ طاقتور ٿئي ٿو.

نورجهان 1965ع جي جنگ ۾ جو مشهور گيت (گانو) ڳاتو هو ان ۾ هن مذهب جي تحفظ بدران مذهبي جوش بدران مسلمانن بدران وطن جي سجيلي جوانن کي اپيل ڪئي هئي تہ منهنجا گيت توهان لاءِ آهن. سمورو راڳ قومي جذبي سان ٽمٽار آهي. هي سمورا قصا وطن جي محبت ۽ قوم جي حب جا آهن.

نيشن جي بچاءَ لاءِ ان سان محبت پريل دل ۾ بهادري ۽ وطن دوستي جا جذبا هن کي ڪنهن بہ قرباني ڪرڻ، قرباني ڏيڻ کان نہ ٽا هيڪن.

## قومي جذبو ئي وطن جو دفاع ڪري سگهي ٿو.

اسان وٽ قومي جذبو وطن کي بچائي سگهندو. مذهبي جذبو ٻاهر حملي لاءِ ڇڪيندو پر گهر جو دفاع ڪين ڪري سگهندو. ان وقت وطن دوستي اهڙڪي اٿندي آهي.

چرچل پنهنجي ڪتاب ٻي عالمي جنگ جي تاريخ لکندي (Vo13) ۾ صفحي نمبر 403 تي لکيو آهي. پهرين آڪٽوبر 1939ع تي ٻن وڏن ملڪن روس ۽ جرمني پولينڊ تي حملو ڪري والاريو ائين هو هيل تائين 150 سالن تائين هن تي حملا ڪندا آيا آهن ۽ غلام رکندا آيا آهن. پر هنن مان قومي آزادي جو جذبو ۽ مزاحمت ختم ڪري ڪين سگهيا آهن. انهن کي پولينڊ جي قوميت جي جذبي، حوصلي ۽ احساس کي ختم ڪرڻ ۾ ڪا ڪاميابيَ ڪين ملي آهي. اڄ بہ هو آزاد آهن.

مون 2002ع ۾ واشنگٽن ۾ اوپر ايشيا جي ملڪ ايسٽ تيمور آزاد ٿيڻ تي ان جي ليڊر جي اعزاز ۾ ٿيل جلسو جو سينيٽ جي ڪاميٽي روم ۾ ٿيو هو شرڪت ڪئي هئي. ان جلسي م پولينڊ جي آزادي جو هيرو وليشيا بہ شرڪت ڪئي هئي. وليشيا ڪيتريون تڪليفون جيل ڀوڳيا هئا. ڏاڍ برداشت ڪيو هو. هن جي ٽريڊ يونين رُوس کي ٽڪائي مجبور ڪري آزادي ورتي. اهو قومي جذبو آهي، جيڪو قومي رياست قائم ڪري سگهجي ٿو. مون کي ان وقت اڳ تہ پولينڊ جي آزادي جي پڳل تٽل جسم ۾ عجيب طاقت جذبو ۽ سرهاڻ هئي. ڪروڙين انسانن جي آزادي جذبي جو ڇٽڪ گنج وار سان کان کهي اڳيان آيل هو. هن جي ٻولي کي اسان سمجهي نہ ٿي سگهياسون

پر ان سان هٿ ملائي ان ۾ آزادي جي ٽيندڙ ترپندڙ رڳن جي گرمائش محسوس ڪئي سون.

شاهه صاحب توهان ڪڏهن جي ايم سيد جي سرڪار طرفان گهر ۾ نظربند ڪي سندس شاگرد قومي ورڪرن ڪي پٽ تي دسترخوان وڇائي ماني کارائيندي ڏٺو هو. ڪيئن سنڌ جي جوانن ۾ اميد هلچل جي ڪاميابي لاءِ سندس اکين ۾ جرڪندي هئي. هن ۾ نااميدي بدران اميد ياسندي هئي. توهان ۾ توهان جي پارٽي جي ورثي ۾ اها چمڪ آئي آهي، پر اها اجا چمڪي ناهي.

روچي رام

ستون خط
5 ڊسمبر 2014.
ڪلفٽن ڪراچي.

# قومپرستي جي عالمي مچتا ۽ پاڪستان

پيارا جلال شاهه

يورپ جي سائنسي،فني، سماجي ۽ سياسي ترقي جو وڏو ڪارڻ 19 صدي ۾ قومپرستي جو رجحان هو هنن وٽ قوم، رياست ۽ ملڪ جو خيال ان وقت جي سماجي حالتن ڪري پيدا ٿيو ۽ اُڀريو ساڳئي نموني هندوستان جو هر تاريخي ڪلچر بادشاهن يا مهاراجائن تحت موجود هو ان يورپ جي جديد قومي سيٽاَپ اختيار ڪئي. قومي رياست اهو جاگرافيڪل زمين جو خطو هجي ٿي، جنهن جي خودمختيار ۽ آزاد حيثيت تسليم ڪئي وڃي ٿي. اها پنهنجي دفاع منظم قوت ۽ قوم طور ٻولي،نسلي هم آهنگي يا سماجي ميلاپ، تاريخ ۽ اخلاقي قدرون رکي ٿي.

تاريخ ۾ قوم ۽ قومي تشخص کي، قومي رياستن کي، جديد دور ۾ جنگين ۽ تصادم کان بچڻ لاءِ قبول ڪيو ويو آهي. رياستي وجود کي بين الاقوامي طور مڃتا، پهرين مهاڀاري جنگ 1914 کان 1918 جي

اختتام بعد ورسيلز جي معاهدي بعد 10 جون 1920 تي ليگ آف نيشن League of Nations وجود ۾ آئي ۽ ٻي مهاڀاري جنگ 1939 کان 1945 ڪانپوءِ، اقوام متحده United Nationsوجود ۾ آئي ۽ نرنبرگ جي مقدمن بعد بين الاقوامي فوجداري قانون واضع ٿيو. اهو سمورو ڪم، قومن جي وجود کي برقرار رکڻ انهن کي تسليم ڪرڻ ۽ تحفظ ڏيڻ لاءِ تهندا آيا.

اقوام متحده ٻه قومن جو جوڙ آهي، نڪي رڳو ٿلهن انتظامي يونٽن جو. اهو انساني تاريخ جو وڏي ۾ وڏو ۽ اهم اجتماع آهي جنهن ۾ قومن جي موجودگي کي، قانوني شڪل ۽ بين الاقوامي مڃتا ڏنل آهي. انهي ڪري قومن جي وجود کان انحرافي، انڪار وطن جي فلسفي، اسانجي سياسي، معاشي ۽ سائنسي ترقي روڪي ڇڏي آهي.

آرٽ، فن، حسن ۽ خوبصورتي جا رنگ روپ ۽ جمال اکين کي ياسندڙ وڻندڙ اخلاقي شعور، عقل سليم، پرڪشش نقش، سونهن، سهڻو آواز، خوشگوار ۽ سٺو گذرندڙ وقت، ظرف، ريت سمورا ذاتي مشاهدي ۾ اچڻ کان اڳ قومي ۽ اجتمائي زندگي ۾ ئي جيئرا رهي سگهڻ ممڪن ٿي سگهيا آهن. مٺو آواز سان راڳ، شعر، نثر، همت، بهادري ۽ قصا سمورا قومي سطح تي بامعنيٰ ٿيا آهن. انسان جو انسان سان ميل، عشق، واپار، ڏيتيون ليتيون، سمورا اجتمائي ۽ قومي ليول تي ممڪن ٿي گڏجي هڪٻئي سان هڪ ٿي ڪا معنيٰ ڪو مقصد رکن ٿا. اکين جو ٺار، ڪنن جو ساز جسم جو ڇهاءُ، ذهن جو ميلاپ قومي زندگي ۾ ئي ممڪن ٿي سگهن ٿا.

جڏهن هن دنيوي يا مادي دنيا جو خوابن جي دنيا سان تڪرار ٿئي ٿو ته سموريون اميدون سموريون خواهشون ساري حياتي، بي معنيٰ ٿي پوي ٿي. خواب ۽ اندروني احساس ئي، هن جسماني زندگي ۾ رنگ پرين ٿا ۽ قومي مڃتا ئي انهي رنگن کي ڄمائي ٿي.

قوم کي تسليم نہ ڪرڻ، وطن کان انڪار ئي تہ اسانجي سماجي زندگي، رياستي خودمختياري ۽ حڪومتن کي ڈانواڈول ڪري غير مستحڪم Destabilize ڪري ڇڏيو آهي.

اسانجو گھر تاريخي حوالن سان هڪ مضبوط قلعو آهي، جنهن جي حفاظت ئي، رياست ۽ ان طرفان دفاع ڪندڙ قوت ئي تہ اجتمائي زندگي جو مقصد آهي. ڇا اسانجو ذاتي وجود، گھرو حياتي، قومي زندگي سلامت آهي. اسان کي چيو وڃي ٿو قومي تشخص کي ڦٽو ڪيو، تہ هي جا ٻي مخلوق منهنجي پاڙي ۾، ڳوٺ ۾ رهي ٿي، شهرن ۾ وسي ٿي، ملڪ جي رهاڪو آهي، انسان منهنجو ڪھڙو لاڳاپو آهي؟ ڇا هاڻي منهنجا ۽ منهنجي هم وطنين جو پاڻ ۾ ڪو جوڙ ڪين آهي؟ ۽ گڏجي پيار، عزت، مفاد ونڊي نٿا رهي سگھون.

انهي سيني سوالن جا جواب، مسئلن جا حل، هن مجلس جي دانشور تعليمي ۽ معاشي علمي ماهرن اسانکي ٻڌايا آهن. اسين هن مجلس ۾ ويهي منتظمين (سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي) جا شڪرگذار آهيون. هن دور جو وڏي ۾ وڏو سنڌي دانشور محترم محمد ابراهيم جويو صاحب، اڄ اسان جي مجلس جو صدر ٿي 100 سالن جو تجربو ۽ علم کڻي اسانجي رهنمائي ڪندڙ اڄ تڪليف وٺي آيو آهي، جنهن لاءِ اسان سندس شڪرگذار آهيون.

مون جويي صاحب کي 1946ع ۽ 1947 جي شروع ۾ ڏٺو هو اڃا پاڪستاني ڪين ٿيو هو صرف سنڌي هو. ان وقت ان کي ويجهڙائي سان ڏٺو هوم. هن جو جڳ مشهور ڪتاب Save Sindh Save the Content ان دور ۾ ڇپيو هو. ان ۾ سنڌ جي ڪلچر تاريخي حيثيت، تاريخي ڪردار ۽ سياسي حيثيت جي وضاحتڪئي هئي، هن چيو تہ نہ ڪي هندوستان سان گڏجڻ، نہ ڪي پاڪستان سان گڏجڻ صحيح رستو آهي. صحيح رستو سنڌ کي ۽ هندوستان جي قومن کي

خودمختيار خوداختيار سمجهيو وڃي، ائين سنڌ بچندي ۽ هندوستان جو برصغير بچندو.

انجو تفصيلي ذڪر ڪجي ٿو.

بينگال جا فساد، بهار جا فساد ۽ نواکائي جا فساد ٿيا هئا. سنڌ ۾ بهار جي فسادن ڪري، مسلمان ۽ مولوي ۽ علي ڳڙھ جا شاگرد سنڌ ۾ آيا هئا. هڪ اليڪشن بعد، ٻي اليڪشن جي ورڪ جاري هئي. اها اليڪشن ڊسمبر 1946 ۾ ٿي هئي، ان ۾ پاڪستان جي تحريڪ وارن وڏو گوڙ تعصبي، مذهبي جهيڙي کي هوا ڏني هئي. 22 جون 1947 ڌاري سنڌ اسيمبلي جو اجلاس رکيو ويو هو. اها ارھ ذواري ۽ تعصب کي هوا وقت هي ڪتاب لکيو ويو هو. .Save Sindh Save the Content جنهن تان جويو صاحب کي سنڌ مدرسي جي ماستري تان معطل يا نوڪري مان برطرف ڪيو ويو. سنڌ ۾ مسلم ليگ تعصب ڦهلايو هو. جي ايم سيد قائد اعظم جي مسلم ليگ خلاف اليڪشن لڙيو هن جي پنهنجي پارٽي هئي، اهي اليڪشن ۾ بيٺا هئا، انهن خلاف زبردست پروپئگنڊا ڪئي وئي هئي.

16 آگسٽ ڊاريڪٽ ائڪٽ Direct Actجو ڏينهن هو. حال اهڙو هو جو جتي هندوستان ٿئي ها، اتي فساد هئا، جتي پاڪستان ٿئي اتي فساد هئا. سبب هو ته هر صوبو جدا قوم هو انهن کي زوري هندوستان يا پاڪستان ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ سرگردان هئا. ان وقت حل صرف جويو صاحب جو ڪتاب هو. جيڪو تاريخي تسلسل موجب صحيح هو. هندوستان ۾ صرف زور زبردستي ذريعي هڪ ملڪ بڻايو ويو هو. جڏهن ته هر صوبو جدا قوم هو جن کي جدا زبان، جدا ڪلچر، جدا تاريخي ڪردار هئا. اڄ به اهو سمورو حال ساڳيو آهي.اهي هڪ ملڪ طور نٿا هلي سگهن، انهي ڪري اسان تي ذميواري عائد ٿئي ٿي، سنڌي ڪلچر کي وڌي ظاهر ڪيون ۽ ڏيکاريون ته هر قوم کي جدا حق ملڻ کپن.

هينئر فاضل سياستدانن، تقريون ڪيون آهن. منهنجي لاءِ ڪجهه چوڻ اهو Repeatڪرڻ ۾ ورجائڻ هوندو. آئون اوهان اڳيان پنهنجا خيال تو پيش ڪيان.

پهرين يورپ ۾ جديد خيال پيش ٿيا. قوم کي تسليم ڪرڻ بابت Nation and Nationalism کي اجتمائي سياست جو بنياد بڻايو ويو. نيپولين جي شڪست بعد ويانا ڪانگريس سيپٽمبر 1914 کان جون 1915 تائين آسٽريا جي ليڊر مئٽرنڪ جي صدارت ۾ سياسي توازن قائم ڪرڻ لاءِ، قومي حڪومتن جي دفاع لاءِ، قومن جي وجود کي برقرار رکڻ لاءِ بين الاقوامي قانون جا پرڳڻا برپا ڪيا ويا. قومي حڪومتن جون حدون نروار ڪري، انهن کي سلامت رکڻو هو. ان وقت ان ۾ وڏا پاور شريڪ ٿيا هئا، آسٽريا، برٽن، فرانس، رشيا، پرشيا جا قومي ليڊر شريڪ ٿيا، جنهن ۾ ننڍيا ملڪ بہ 200 کن هئا، شهري مذهبي سياستدان Talleyrand تيلي رانڊ فرانس وارو اهو سلسلو 1919، 1945 ۾ بہ ورجايو ويو.

New wine in old bottles. Saying attributed to Jesus Mathew............ no man putteth a piece of new cloth with an old garment for that which is put on to fill it up taken from the garment and rent is made worse.
Neither do men put new wine into old bottles, else the bottles break and the whole wine runneth out and the bottles perish, but they put new wine into new bottles and the both are preserved.

پراڻين بوتلن ۾ نئون شراب:مقدس بائيبل جي ميٿيو باب ۾ لکيل آهي، تہ جي ماٺهو پراڻي وڳي ۾ نئين ڪپڙي جي چتي هڻندو تهاها خراب لڳنديءَ اهڙي طرح نہ ئي پراڻين بوتلن ۾ نئون شراب ٺهڪي سگهندو جو بوتلون پڇي پونديون ۽ پوروشراب هارجي ويندو. پر جي نئون شراب نئين بوتل ۾ وجهبو تہ ٻئي محفوظ رهندا.

ڇڻڪ هڪ تصوراتي خواب ۾ ٻڏل قوم آهيون، خوابن ۾ وسندڙ قومي حيثيت اٿئون، زميني حقيقتن کان غافل آهيون. اسان اڳيان جيڪا دنيا موجود آهي، زميني حقيقتون عيان آهن، ان ۾ اسانجي خوابن جي دنيا واري تاريخي تصور ۾ وڏو تضاد آهي. اسان اڳيان پهرين ٻـ قومي نظرئي اسان جي سوچ تي قبضو ڪيو. پوءِ 1940 واري ٺهراءَ ۽ جناح 11 آگسـت 1947 واري تقرير تـ مذهب جو سياست سان واسطو ناهي. ماضي کي ۽ انجي تلخين وساريو نئون پاڪستان ۽ سيڪيولر پاڪستان ٺاهيو آهي.پر جناح محسوس ڪين ڪيو تـ هن سالها سال 1919 کان وٺي 1947 تائين 28 سال اسلام جي تسبيح ڦري هئي. مذهبي جذبو اڀاريو هو هاڻي ان مان ڪيئن جند آجي ٿي سگهندي.

مولانا مودودي اڀريو. هن مصر جي قطب شهيد جي جنهن کي 1967 ۾ جمال ناصر ڦاسي ڏني هئي، پيروي ڪندي مذهب جي نعري کي سياسي، معاشي ۽ سماجي وهڪرن کان غافل رهي مذهبي حڪومت لاءِ جدوجهد هلائي. ان جي سوچ ضياءَ الحق کان ڀٽي کي ڦاسي ڏياري، مذهبي جنگ ڇيڙي روس کي لوڏي ڇڏيو. ڪميونزم کي بـ بيوس ڪري طالبان ۽ القائده ۽ داعش جا پٽ کوليا. هن وقت پاڪستان جا سڀ Stake holder قبول ٿا ڪن تـ سنڌ جي صوفي سياست جا مذهبي اسهپ کان آجي آهي، قومپرستي جي فڪري صحيح سماج جڙي رهي آهي. هاڻي ڇا ٿيو آهي.

The world has grown more and more disorganised, international relations have become anarchical, even UN seems to be powerless and helpless, fear has gripped the world Under the circumstances who will hear us.

دنيا وڌ کان وڌ غير ٻڌجي وئي آهي، بين الاقوامي معاملا انتشار جو شڪار ٿي ويا آهن. جيئن تـ اقوام متحده خود بيوس ۽ بي اختيار

ٻڌجي وئي آهي، دنيا خوف ۾ ورتل آهي، اهڙن حالتن ۾ اسان جي ڳالهه ڪير ٻڌندو؟

هاڻي ڪير انهي گوڙ ۾ اسانجي سيڪيولر طوطي جو آواز ٻڌندو. سنڌي قومپرستي تہ حيدر سنائي جي قبرستان ۾ جي ايم سيد جي لحد ۾ دفن ٿيل آهي. هن وقت جيڪا قومپرستي آهي، اها 100 سالن جي هن قبرستان ۾ ناتوان، ڪمزور ۽ ڳريل هڏين ۾ آخري دم ڪٽي رهي آهي يا ڪميونسٽ قومپرستي سوڀي گيانچنداڻي جي 95 سال پراڻي هڏن جي ڍانچي ۾ آخري پساهہ ڪٽي دم توڙي ويئي آهي.

اسان باقي سمجهدار عقلمند ۽ جديد سائنس ۽ سياست جي، علم جي، ادب جي ۽ فن جي سنڌي عالمن لاءِ ڪو رستو کليل ناهي. ڇا ڪو گهيڙ ڪا گهٽي کليل آهي؟

ڇا اسان سنڌ جا ڳوٺ ڪين ڏٺا آهن، گندگي ۽ غربت جا ڍير آهن، جتي رڳو ڏاڙيلن جي حڪومت آهي، جيڪي اسانجي زرعي وڏيرن، جاگيردارن ۽ سردارن تي بہ حڪومت ٿا ڪن.

ڇا ٽيهہ سال جو عرصو هن پاڪستان ۾ هن سنڌ ۾ جي ايم سيد کي جيل ۾، هٿڪڙين ۽ سنگهرن ۾ جڪڙي رکيو ويو. اسين سمورا ڪجهہ ڪين ڪري سگهياسون، هاڻي ڪهڙو رستو کليل آهي، ڇا بند گلي ۾ تہ نہ اٽڪي پيا آهيون.

ساري مسلم دنيا داعش (ISIS) ۾ ڦاسي پئي آهي، شايد اسين سنڌي ڪلچر ۽ سنڌي سوچ سان انجو مقابلو ڪري سگهون ٿا.

پير پاڳارو شهيد بادشاهہ جون خاص ڳالهيون ڪنهن کي بہ ياد نہ آهن، هن جو موناپور جيل ۾ بنگالي انقلابين سان واسطو فوجي تياري، هئي سنڌ ۾ منزل گاهہ جي مخالف ڪانگريس سوچ سان لاڳاپو ڪاڏي ڪپڙا، پرچونڊي کي منع ڪرڻ، پير گزٽ اخبار گانڌي جو رولٽ ائڪٽ ۽ پوءِ اهنسا. اڳ ۾ ذڪر آفريڪا ۾ انگريز گورن سان مٺ پيڙ تشدد جي ڪلي عام مخالف، عدم تشدد اهنسا اصول جي رهنمائي.

Imagined community nationalism انهن تاريخي حقيقتن کي وساري هن وقت سنڌ اکيون پوري زميني حقيقتن کان منهن موڙي، ذهني عياشي ۽ سنڌي خيال جي نشي ۾ رهي رهيا آهيون.

ان ۾ خوابن واريون تصوراتي ڳالهيون آهن، سوچ، سياست ۽ حقـ لا سبا حدوجهد ناهي، اهو نشو پياري قوم کي ننڊ ۾ بيهوشي ۾ ساڪت رکيو آهي. ڇا اڃا اسين ڄٽڪ ڏاري حڪومت تحت آهيون. صرف انصاف جا طالب آهيون، ڪنهن کان ٿا گهرون انصاف؟ هو انگريز ته هليو ويو جناح کي حڪومت ملي، لياقت علي کي ملي، مودودي کي ملي، اسان ائين سمجهيو آهي، ته ڪو انگريز ويئو آهي، انڪان انصاف پيا طلبون، پيا ليلايون پيا، بيک پنون، پڻي کي ڦاهي ڏنائون سيد کي جيل ۾ موت تائين پهچايائون هاڻي اسان مان الاجي ڪنهن جو وارو آهي!؟

اسانجي زرعي، واپاري ۽ صنعتي معاش، انگليند يا سرمائيداري نظام جي، معاش کان مختلف آهي، ڪجهه ٻئي قسم جي آهي ۽ مختلف سماجي محرڪن ۾ جڪڙيل آهي. مٿن تاريخي، سياسي، ڌارين جي حملن ۽ عسڪري آپي شاهي مفادن جا اثر، مختلف ادوار ۾ مختلف رهيا آهن.

پيداوار جا طريقا ۽ اوزار ٻئي قسم جا رهندا آيا آهن. ڇاڪاڻ ته اسان وٽ سنڌ ۾ معاش جو گهٽي ياڳي بنيادي عنصر زراعت، کيتي يا ايگريڪلچر رهيو آهي. پيداواري ذريعا، رستا ۽ انهن جي اوسر ۽ ترقي ٽن حصن ۾ ورهايل آهي.

1) بي زمين بنا سرمائي وارو هاري يا مزدور جنهن ۾ اهو حال بنهه ناهي ته هوڪو پنهنجي پورهئي يا پئداوار يا اُپت کي مارڪيٽ تي ڪو اثر وجهي سگهي، يا سرمايو ڪٺو ڪري بچائي سگهي، هو معاشي ۽ سرمائيداري طريقن جو هر وقت هر حال ۾ محتاج رهي ٿو هو

پنهنجي معاش جو طريقو بدلائي بہ نٿو سگهي، هو دنيا جي نعمتن يا خوشين کان کوهين ڏور رهي ٿو.

2) ننڍو کاتيدار يا هلڪو دڪاندار يا ننڍو ڪاريگر، صنعتڪار مارڪيٽ جي وهڪرن تي اثر پر ٿورو اثر وجهي ٿو. هو ڪنهن حد تائين بچت بہ ڪري سگهي ٿو ۽ ذريعو روزگار بدلائي سگهي ٿو پر ايتري بہ نہ جو سيڙپ جي صورت وٺي سگهي.

3) هن ۾ عياش، اڻ سڌريل زميندار، جاگيردار ۽ مذهبي رهنما ۽ پڻ وڏا ڪارخانيدار جو چڙهڪ حڪومتن تي قبضو ڄمائي ٿو. قيمتي ۽ پيڪيدار آسودو ڪلچر ۽ سونهن جو علمدار بڻجي رهي ٿو ۽ پڻ Status quo جيئن جو آهي تيئن سماج کي قائم رکڻ ۾ رڌل رهي ٿو. نظريا ۽ موضوع، صاحب علم شخص، فلاسافر، سياستدان، معاشي فلسفا، حڪومتي پاليسيون، سرمائيداري، سوشلزم، ڪميونزم وغيره انهي ٽنهي انساني طبقن جي حالتن مطابق گهڙين ٿا. جيستائين توهان انهي معاشي ذريعن يا طبقن بابت راءِ يا عمل جا رستا ڪين معلوم ڪندا، جديد سياست بي معنيٰ رهندي.

روچي رام

# انڊيڪس

پراڻين بوتلن ۾ نئون شراب: مقدس بائيبل جي ميتيو باب ۾ لکيل آهي، تہ جي ماڻهو پراڻي وڳي ۾ نئين ڪپڙي جي چتي هڻندو تہ اها خراب لڳندي.اهڙي طرح نہ ئي پراڻين بوتلن ۾ نئون شراب ٺهڪي سگهندو، جو بوتلون ڦٽي پونديون ۽ پورو شراب هارجي ويندو. پر جي نئون شراب نئين بوتل ۾ وجهبو تہ ٻئي محفوظ رهندا.....

چرچل چيو هو تہ ”حڪومت جو اختيار شرير، اڏنگن ۽ ڏوهي ماڻهن جي هٿ چڙهي ويندو. هندوستان جا سمورا اڳواڻ غير معياري ۽ خسيس تر هوندا. اهي احمق ذهن، زبان ۽ دل جا مالڪ هوندا. هو حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ هڪٻئي سان وڙهندا رهندا ۽ هندوستان سياسي جهيڙن ۾ ضايع ٿي ويندو. اهڙو ڏينهن بہ ايندو جڏهن هندوستان ۾ پاڻي ۽ هوا تي بہ ٽئڪس مڙهيو ويندو“....

سنڌ جي قوميت سنڌس ماضي جي ڪلچر جي وسعت ۽ بين المذهبي رواداري ۽ سهپ تي ٻڌل هئي، ان جو سلسلو موهن جي دڙي جي ڪلچر کان بہ اڳ جو سنڌو درياءَ تي آباد ٿيندڙ، ان جي شاندار معاشي ۽ تهذيبي اُٺک تي ٻڌل هو. اهو هلندو دراوڙ تهذيب کي ڇهندو رگ ويد جي آريہ لوڪن جي ڦهلاءُ کي پاڻ ۾ جذب ڪندو، عربن جي نئين روشني ۾ ايران جي فارسي ۽ اسلامي برتري جي ڪلچر سان ٽڪرائيندو، صوفي جي دلي محبتي لاڙن کي پاڻ ۾ سميٽي، مغل حملن جا زخم چٽيندي، ڪلهوڙن، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ ان دور جي عالمن، صوفين، شاعرن، جوڳين ۽ اوڏوتن جي راڪ کي چٽيندي، انگريز دور ۾ اچي 1936 ۾ سنڌ جي بمبئي کان جدا ٿي، اصلي آزاد ملڪ بدران، خودمختيار رياست جي حيثيت تائين پهتو....

ڪتاب مان ڪنيل ٽڪرا

Sindhica سنڌيڪا
سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ہَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)